# ايسر لعل

عشق، آکاٹِي

آلاپ

اوراٹا




مصنف

جهامنداس، ڊي پاٹيا



چپائيندڙ:

شري شيواست سنگ - روهڙي

# سائين ايسر لعل

## ( سندس زندگي جو احوال ۽ ڪلام )

مصنف :- پروفيسر جهامنداس ڏي - ڀاٽيه
ايم - آر - ايس - ٽي ( لنڊن )
شڪارپور سنڌ



ڇاپو پهريون . جلد ١٠٠٠

ڇپائيندڙ :- هري شيوا سنگت روهڙي

قيمت ٢-٢٥

هي ڪتاب پيج نمبر ١ کان ٩٦ ڪوهنور پريس شڪارپور ۽
" " ٩٧ کان ١٠٥ انقلاب پريس سکر ۾ ڇپيو

# مهاڳ

## سائين پارو شاه

پريم ۽ پيار جا پانديئڙا ذات پات جي بندنن ۾ هرگز ڪين ٻڌجن. سچي سڪ وارا سمورا ويڇا وساري، دوئي دور ڪرڻ ۾ ئي سڀ ڪجهه سمجهندا آهن ۽ هر رنگ ۾ هڪ سائين جو جلوو پسي، ساري جڳ کي پريم پيالي جي چاش چکائيندا رهندا آهن. جن جي دل پاڪ پوتر آهي تن کي غير غلاظت نظرئي ڪانه اچي. جن جو مارڳ محبت آهي تنکي دين ڌرم جا ظاهري ليڪا لتاڙي، اصلي ماڳ سڪان تائين پهچڻ ۾ ويرم ئي ڪانه لڳي. سن ماري سچي سائين سان لنوَ لڳائڻ ڪا سولي ڳالهه ڪانهي! دنيا ۽ دنيا جي موهه خبر ناهي هن خاڪ جي پتلي کي ڪيترا ناچ ئي نچائي! زماني جي هوا هن خاڪ جي مٽ کي الاجي ڪيترو مٽي ئي اڏائي! پر جن جي نيت نيڪ سي ڪٿي ئا هن ڪپ ۾ ڦيچجن.

اهڙن سائين جي درويشن ۾ فقير پاروشاه سونارو به شامل آهي، جو هڪ ئي وقت فقير به سڏجي ٿو ته شاه به، ظاهري زرگري ڇڏي سچي سون جو پارکو بڻيو ۽ سون کي سون بڻائي ڇڏيائين. هن لعلن، ون ۽ سوتين جي

وڏجاري لکن کي لعل کري چڏيو آخوند فيض محمد مرحوم سندس وفات جي جيڪا تاريخ لکي آهي تنهن مان ئي هن اسلهه مانڪ جي مٺيا ظاهر آهي.

زرگري ذڪرگو خدا آگاه، طالب حق فقير پاروشاه

سونارو فقير پاروشاه جو حق جو طالب، ذڪر ڪندڙ ۽ خدائي راز کان واقف هو.

غوط در بحر بي خودي خورده، طرف دنيا ئي دون نه کرد نگاه.

تنهن بي خوديءَ جي بحر ۾ غوطو هنيو ۽ ڪميني دنيا ڏانهن نظر نه ڪيائين

راحت روح پيرو برنا بود، هم دعا گوئي خلق شام وپگاه

هو پيري ۽ جوان جي روح جي راحت هو ۽ پڻ خلق لاءِ صبح و شام دعا گهرندڙ هو.

قدم در راه لامڪان برداشت، از سرا بيات سال فوتش خواه

لامڪان جي راه ۾ قدم کنيائين سندس وفات جو سال بيتن جي منڍ وارن اکرن کان طلب ڪر

فيض محمد دعائي آن درويش، باتو بادا بهر مڪان همراه.

اي فيض محمد آن درويش جي دعا توسان هر هنڌ شال شامل حال هجي.

"لچهمڻ جهامنداس"

# سائين ايسر لعل

روهڙيءَ ۾ ڪو اهڙو رنگ رچيل آهي، ڪا اهڙي رمز رکيل آهي، ڪو اهڙو راز لڪل آهي جو هت هندو مسلمان هڪ ٿي رهيا آهن. شادي غمي، اٿي ويٺي پاڻ کان ٻه وڌ.

پاڻ ۾ ٽولا ناهي ٺهه ٺهه ڪندا اچي، درگاهن تي پيرو ڪندا ۽ چونڪن ۾ شريڪ ٿيندا. پاڻيان ٿو ته ڪا وڏن جي چڱي وڪ ڪنيل آهي ۽ پيرن فقيرن درويشن اوليائن جون دعائون اگهاڻيل آهن! جو ته سنڌ ۾ گاهي گاهي هندو مسلمان فساد ٿيا مگر هتي خير رهيو. زمانو جيڪو اسان جي وائد بزرگوار يا ٽورو اگ جو آهي سو آهي بيدل بيڪس، پائي ايسرداس، پائي پاروشاه ۽ سائين وسڻ رام وغيره جو. چيو وڃي ٿو ته هن شهر ۾ هڪ نه هڪ مست يا مجزوب رهندوئي آهي. اهي صاحب هڪ ٻئي وٽ محفلن ۾ رهاڻن ۾ روح رهاڻ لاءِ هميشه ملاقي هوندا هوا. هن زماني ۾ جڏهن اسان افعالن کان ويا آهيون ۽ اعمالن کان پري آهيون، تڏهن ڪنهن کي سرڻ وڻڻ جو خيال ٿيو آهي. وگر نه جڏهن بزرگ هيا ته ڪنهن پريمي کي ڪو خيال ڪو نه آيو. شيءِ جڏهن هٿن مان ويندي آهي تڏهن ان جو خيال ٿيندو آهي.

"جب پاس رهتا ٿا شهيدي تو نہ اِتنا ٿا خيال
بعد مرني کي محبت کا اثر هوني لگا"

اج وڏا وڃي والي در رهيا تہ هندو وچي هندوستان رهيا ۽ انهن ۾ بہ پيرسن وچي پرلوڪ پڌ را يا. باقي پوڄ سا تہ آهي روٽي لنگوٽي جي هڙ هڙ ۾ حيران پريشان. جي ورې ڪتاب اهڙا هوا جن مان خبر بہ پوي ها سي بہ سائين لوڪ ستاڙي ويا، تنهنڪري پڌ سڌتي بہ اڪر پريم جي پريت ڪري ليکيم. هيٺ هڪ نظم جو تڪر ڏيان ٿو، جنهن جي معنيٰ ڪافي روشني وجهندي ۽ جنهن مان صاف ظاهر ٿيندو تہ ڪيئن نہ مسلمان ۽ هندو هڪ هوندا هيا. آخوند فيض محمد مرحوم ڀائي ايسرداس جي فوت ٿيڻ تي لکي ٿو:-
تاريخ وصال ايسر فقير هندو کہ ڪافيهائي او مشهور اند.

۽ زهي ايسرفقير آن محرم راز، زدنيا سوي عقبيٰ کرد پرواز.

اهو ايسر فقير جو روحاني راز جو محرم هو، سو دنيا مان آخرت ڏانهن پرواز ڪري ويو.

٢ غبار وغير از دل برفشانده، ز لطف شاه سچو گشته ممتاز۔
دل تان غبار ۽ غير لا ٿل هوس ۽ سچل
پادشاه جي ٻلائي سان ٻلارو ٿيو۔

٣ رفيق بيڪسان و مفلسان بود، به غمخواري بهرڪس بود دمساز۔
بيڪسن جو پر جهلو هو ۽ مفلسن جو مددگار هو ۽ هر ڪنهن سان غمخواري ۽ همدردي ڪندو هو۔

٤ قلم در بحر وصلش شد شناور۔ زسر۔ ابيات سالش شد سر فراز۔
سندس وصال جي سمنڊ ۾ قلم تارو ٿيو ته بيتن جي منڍ وارن اکرن مان سندس وصال جي تاريخ نڪتي۔ ز۔ غ۔ ر۔ ق۔ ابجد جي حساب سان ١٢٠٧ھ ٿيو. پوءِ ٿو چوي۔

٥ شنو از فيض‌محمد نڪته تحقيق، جهان فاني است با حق باش همراز،
فيض‌محمد کان تحقيقي نڪتو ٻڌو جهان فاني آهي سو حق سان هڪ ٿي ځ چو جو اهڙا درويش به هلي رهيا ته پوءِ تون ڪهڙي باغ جي موري آهين۔

هن سچي قطع مان روشن آهي ته ڀائي ايسرداس وڏو ڀهتل شخص هو ۽ سائين سچل جي فيض مان رتل هو. سندس قلب تان ڪوڙ بدوڙ جي ڪس ڪوريل هئي. هو غريب ۽ بي واهن جو واهرو ۽ مددگار هيو. مٿان اهو به لکيو اٿائين ته سندس ڪافيون مشهور آهن.

افسوس جو مون اڳيان ڪافيون موجود ڪين آهن جو هڪ به نمرني خاطر ڏيان يا انهن جي سوز مان سوز پرايان. الله تعاليٰ شال اهڙن سيا ڳڻ ماڻهن لڳ ڪا فقير جي ستاري ڪري. آمين.

احقرالعباد عطاحسين وڏيلشاه موسوي
ساڪن روهڙي (سنڌ)

Scanned by CamScanner

# منهنجا ٻه اکر

سالن کان سڪ سيني ۾ سجاڳ هئي ته سنڌڙيءَ جي سچن سورمن جي ساک، جن باک، پسي من هسي وسي ويجهي. منجهه ملڻ مانجهيءَ جو موت ريءَ ملي ئي سي ڪين. ملاحن درياهه جي، ٻه ڏس ايهو ئي ڏنو. درويشن فقيرن گس ايهو ٻڌايو مگر من کي ڪنهن انهيءَ دڳ، نه لڳايو. سچ لهي سانجهي ٽيو پکين ٻه ٽير يا پر تڏهن آواز آيو „ڏس گهر آنهن جا" ڪارا متجي آچا ٿيا ته ٻه سريو ڪي ڪين. ٻاڪاريندا ويا وير „پنهنجي پوک سنڀاڙ پرانهين پيهه تي چڙهي" پوک. تـ سڪي ٿوٽ لڳي پئي هئي پوءِ سنڀاڙ ڇا جي ڪجي؟ سڪو گاهه پڻ ته ڏور نڳو پوءِ ڪري ڪانئي. آلس نه حد پوءِ اکيون ڇونئب ڪان وانديون. ويهي رات وهامي وئي مگر عجيب انجامي اچي نه آيو. دل چيو ائين ڪٿن واعدي جي پڄڪڙي ڪندو. آيو ضرور هوندو. شايد ننڊ گهڙي پل جي گهائي چڏيو هوندو. ايهي ويچار ويچاريندي وات وٺي ويٺو هوس ته من کو دکايل ڏکيا ڏئي، ديهه ڏکائي رستي جي اوندهه

ڪي آڪاري ڇڏي. پيا مس هٿي ۽ اُنهن آس هٿي. ڇپر ته
ملي ته ملند ياس نه ته گهوڙي جان جتن تان. لکين ليلائن،
مون چيو: مگر لطيف چيو "جي ويٺاسي وڙسيا" ويهڻ به سٺو
ته ڪيئهين، خوديءَ خنڪيءَ مان چيو. خوش ٿيس ته نيٺ
هيتري ساري هلاڪت سٺي آهم پوءِ چوڪين "ٻوڙهيو پلءِ
پوندو. هلڪڙي مرڪ مکڙن جي منهن تي پسي "حيرت ۾
اچي ويس. هن چيو "کهڙو نه سادو آهين. اهڙو پيادو
هئين ته جوانيءَ ۾ جلوه جوت جو هٿ ڪري وجهين ها
۽ ماڻجهاندي ليءَ به هوند ترسين نه ها." "ڇپر، سچ ٿيون
ڇڏن هو. جو گرمي سردي سهيو، اوندهه ۾ آجالو لهيو،
ٿا ڪرسان نهيو ٿيون اچي ٻاهر ٿين پوءِ منجهن اڻ لکيا
سينگار ڇڻو ڪين ڏسڻ ۾ ايندا. آسمان جي ستارن منهنجن
وسوسن جي ويڙهه پسي روئي ڏنو. مون تڏهين ڳالهه
اُوچو ڪري ڪين چيو" "نه ڪندڙ ستارو اوهان هنجون
چوپيا هاريو" هن چيو "حيف اٿئي جو هن وقت تائين ڪو
قدم ته کڻي نه سگهيو آهين ۽ نه دم ئي ملائي هوت ڏي
هليو آهين؟ اکون شرم وچان هيٺ ڪري ويهي رهيس.

هن چيو مکڙن توسان منهن ڪولي ڳالهه ڪئي مگر
ڳول ڳولي توريءَ ڪير؟ پنڌ سان تهنجو ته اول ڪان

ويتر آهي ته ميرو محبوب سان تنهنجو ڪٿي؟ اسانجي بيهڪ ڏسي واهه واهه ڪندو ٿو رهي؛ مگر انجو ڪو راز هٿ ڪري سا ز وچاءِ سيني ۾ ته آچي آنمان آواز بي آواز "مون کين چيو" آيو، ايهو پنڌ پهاڙ جو پاڻ ڪان پڇيو نه ٿيندو. آڪين جي پلڪن سان پهاڙ ٽڪڻ ڏکيو. سولو سٺا ٿو ڪو سودو مٺايو ۽ دگهه لڳايو" هنن وري چيو "چپ جو دڪان ڪٿي ڪول" مون چيو "من چپ چوڪي ڪين ڪندو" هنن تڏهين چيو" چڱو پاندي، پار جي ٿي ويا آهن، تن جي پچار جي للڪار لوڪ تائين پهچائڻ جو ڪوحيلو هلاءِ؟ "مون چيو مان" ايهو ڏس ڏکيو ڪينهين؛ مگر جڏهين نه ڳس انهيءَ ۾ گهڙيس ته گهير، گهيرا، گهنبر لهٽا ٿي گهوگها ڏٺي گهلڻ، گسڻ ۽ گيسڻ لڳا. انهن ته منهنجا هڏ هڏ ڪٽي ڇڏيا."

مون بيزار ٿي واٽ وندر جي ايها به پوئتي ڇڏڻ جو پهه پچايو ته مکڙيون ۽ ستارا ويچارا مچڪارا ڏيڻ لڳا. مون تڏهين همت ڇڏي پاڻ سمجهايو. مونجهاري ۾ سونجهه سيني ۾ پرڪڻ لڳي ۽ منهنجي ننڊ آٽي پئي.

روهڙي؛ جي درياهه جي ڪنا ڇڏي حيرت ۾ پئجي ويس ته ڪٿي ننڍي ننڍي، نمڪين مهران سان ملڻ ليءَ وکون وجهندي پئي وڃي. وصل جو جام اقرار جي انجام بعد ٿي حاصل ٿيندو چيو آٿن.

ذاتي حسن ستان صفاتي گهونگهٽ ۾ سي گهوٽ گهانجي

ٽا پوَن. ايهي ڀو ڀڏي ٽنگون ٽرڪڻ لڳيون. گهوري گهڙو هٿ ڪري ڪيائين الله تهاار، هوءَ سهڻي، ته عورت هئي. تون ته مرداني چولي جو مالڪ آهين پوءِ ڪئن ٿو ڪنبين؟ اڪ ته ڦير، ته ملڪ ڪهڙي جو ميلاني آهين پوءِ حيراني ۽ پيراني ڇا جي؟ سائين پاروشاهه پار ويو، پار ويو، ڪري پٽڻ ريي پار ڪري ويا. پنڌ ته بيدل، دل پنهنجي دلبر ڪي سونپي، عشق جي چاڙهي چڙهي ويا. بيڪس وري ٻاهه ٻاري نه ڇڏي ڪئن؟ آنهيءَ دور ۾ ايسر لعل فقير، درد جو ڏيڪ ڄاڳايو. عشق جي راند ۾ هيڪ، ند ۽ هڪو ٿي ورهه جون وئيون ٻي هن السله سان ايڪائي جو نغارو وڄايو.

اهڙي رند جي ڪرڻي ۽ ڪهڻيءَ ڪي گمنامي ڪيڏي حامل ٿي سگهي ٿي. فقيرن جو حڪم بيشڪ اڪبن تي رڪڻ لازمي آهي. آنهن جي حڪم ۾ معنيٰ ۽ مم ضرور هوندي ۽ آهي. آن حڪم جي انحرافي ڪرڻ ڪيري نه ڙي آهي: مگر جي آن ڪري اباڻس جو خطاب آنهن وٽان عطا ٿئي ته به مرحبا. عام روايت آهي ته هڪواري سچل سرمست پنهنجي مريد تي اچي مڙيو. حڪم ڪيائين تـه يوسف ڪي ٻاهر اوڏي ڪيو: چوڻ جي صرف دير هئي.

وٺ وٺ ٿي وئي. چو نه گهابي سندس هٿ پير جي ٿر ۾ وڃي آنڪي. انهيءَ ڪي سچل طوبيل ڪري ڪوئيندا

هوا. ويچارو يوسف ته ڇلجي پيو. تڏهين ٿو فقير چويس. ”يوسف تون حڪم جي تعميل ڪين ڪندين؟ جواب ۾ يوسف هٿ ٻڌي ٿو عرض ڪري“ قبله سر ڏيڻ تا تين سونو آئم، پر جانب جي جوءِ کان جدا ٿيڻ گناهه ٿو سمجهان ”فقير انتي چيس“ تون به عزازيل وانگر حڪم جي انحرافي ۾ شيطان ٿو بڻجين؟ ”اتي يوسف هٿ ٻڌي عرض ڪيو“ قبله يوسف يتيم کي مبارڪ آهي جو محبوب کيس شيطان جهڙو عاليشان لقب ٿو عطا ڪري“ فقير پنهنجي پياري ٻالڪي جي محبت پسي هسي ويٺو ۽ چيائين ”درين راهه اندکي جنون بايد درڪاراست، يعني هن محبت جي راهه ۾ مستيءَ جي ضرورت آهي.

يوسف، يوسف هو. ماڻس برميچڻ، سرويچڻ ڏاران ڪٿي ٿو ٿي سگهي. مسڪين جي محبت مڙ يوئي ڪچ پر آسرو الله لوڪ ڏين ته پوءِ اوکي به آسان. چيو ڪين اٿن اگهيو ڪاڻو ڪچ، ماڻڪن موٽ ٿي.“ جي اهڙو ڪرم ڪيائون ته قلم ڪيتڙو به ڪمزور چو نه هجي ته به جانب جي جوءِ کان جدا ٿيڻ جي حيلي وسيلي کي ڪامياب ٿيڻ جي قصر کي ڪمزور، ڪڏن نه ڪري وجهندا.

وقت ۽ وجهه مطابق سنڌي سائين ايسرلعل ۽ سنڌس ٻالڪي جو ڪلام سڪ وارن جي اڳيان پيش ڪيو ويندو. اميدون

آئم ته انهيءَ ڪانسواءِ ساميءَ جا سلوڪ ۽ ٻين فقيرن جي ذڪر فڪر جا احوال به پيا جلد بجلد ايندا جي نه صرف پڙهندڙن کي مسرت ڏيندا مگر هن مسڪين جا حامي ٿيندا.

آخر آءٌ انهن مڙني مدد گارن جو ٿورائتو آهيان جن ڪتاب جي لکڻ، مواد هٿ ڪري ڏيڻ، همت افزائي ڪرڻ ڪان ڪيپايو ڪينهين؛ مگر جيڪي سو ڳاڙا ڳاڙي، جا ڪوڙ ۽ جهد پنهنجي جيءَ مٿان هموار ڪري، مونکي همٿايو ۽ دڳه لاتو پي آئن. اميدون اچان به آهين ته شل سچڻ سدا پيا انهين دڳه لائيندا ۽ دولهه پنهنجو بي آواز آواز ٻڌائي پيا راز الائيندا رندن جو جنهن ڏاران جيوت ساري آهي افراد وچي وهامي راتڙي. شل نقير دل جي ديس کي عشق سان آباد ڪن ۽ ملڪ کي شاد ڪن.

„ جهام "

# روهڙي

روهڙي جنهن کي اَصلِ لوهڙي ڪري ڪوٺيو ويندو هو سو هِڪَ رمڻيڪ روماني مشهور ملڪ آهي. رومان جا مڙيئي سنج ۽ ساجَ منجهس هنجن لاءِ گنج آهن. ريگستان، آبستان، باغستان، ڪوهستان مڙيئي منجهس موجود آهن پوءِ ڇوڪين اُهي رومانَ جو رازُ ۽ سازُ هلائن ۽ انسان کي ونگ وجهي اُنهي ڍنگ ۾ ڍرائن جت هڙئي ۽ هون جي جاءِ ئي ڪانهِ هجي.

الوڙ جنهن وقت سنڌ جي گادي جو هنڌ هو تڏهن به روهڙيءَ کي رونق هئي مگر جڏهين ڏ. رائون رات سنڌوءَ ڪٺي پنهنجو منهن مٽيو ۽ نڌي نئون رستو ورتي، وهڻ هلي تڏهين کان ته جڻڪ روهڙي رازَ واري ٿي پئي. اصيل نينگراتِ جي دانهن ڪوڪَ داد پاتو تڏهين خواجه خضر وچ درياهه ۾ اچي پنهنجي مڪانَ جو نيشان لاتو، زنده پيرَ جو آستان اُن اعليٰ طاقت عصمت جو نيشانُ آهي جنهن بابت هڪڙي شاعر مسڪين مارئي جي واتان چوايو آهي:-

ظلم زوري زبردستي، جفا ۽ جور جَنِ مون ڪيو
قيامت ۾ اُهي ڦهري، زليا رهزن رُلا ايندس.

روهڙي جي وچ درياهہ مان ايهو آستان آلوڙ جي جي تباهيءَ جو ترانو توائي رهيو آهي. هوڏانهن سنن جو آستان سَتَ ۽ جَت جي للڪار پڌائي رهيو آهي. اهڙيءَ اوهڙيءَ ۾ وري فقيرن جي ڪا ڪمي ڪڏهين ڪين رهي. جوڏا جنگ جوانَ انهيءَ يوميءَ تي جنم وٺي الڪہ جڳائيندا انحد ناد وڄائيندا، پڌائيندا ويا تہ هتان جو پٿر ۽ ماٽي حقيقت جي آڪاٽي آلاپيندا ٿا رهن-جي اُنهن جي اونهائن ۾ ٿا ڀهن تَن کي او سازَ ۽ آواز پنهنجو ڏيئي ڪين هِڪ سان هِڪ تيرط جو راز بہ ٿا پڌائين.

روهڙي جي تواريخ بادشاهن جي حڪومت ۽ بدسدل ۾ بست ٿيل نہ سمجهڻ گهرجي. سندس قدرتي، فطرتي حسنَ ۽ ڪشش وارو ڪتاب ڪنهن عتاب جي خطابَ جو حقدار نہ آهي. مرحوم ڀيرومل گجواڻي پنهنجي دست خط ڪتاب سوانع عمري بيڪس ۾ لکي ٿو:-

سرشتي نظارن سانُ لوهڙي چٽيل،
اڏ قيرُ سندو ٻڪر وِچ سَتَلُ؛
ٽڪر ڪي زمانن کان پنهنجن رسيَ،
وٺي ڪنت نندي‌ءَ جوجوڳي جتي؛
جپن نامُ مَنَ ۾ ٿي سامهون جندا،
زنده پير، خواجہ، سڏن جنهن بندا،

اُتي سانوڻيءَ ۾ وهي موج زور
گڙگاٽ سان واٽ چيري هلور؛
ٿڌا ساهه نرت پيا نوئين ڪڍن،
تڪن جوش منڊڪي ۽ اُس ۾ سڙن؛
پريان ٿي بکرمان جي ڦيرين نظر،
هتان ساڌ ٻيلو ۽ ڏيئي منمبر؛
ڪنارو سکر جو پري ٿو نگاهه،
سوين سڙهه ٻونڊن ميڙاڪو ملاح؛
ڏکي دوکهن ريلن جون ڪوڪان ٻڌهن،
چوچو آگبوٽ ۽ ٻيڙيون هلن؛
منارا جايون ۽ آفيسون اُوچون،
وچن ڳهنڊ ديول ۽ واڪا پريون؛
ڏکڻ ڏي وري جي توجه ڪرين،
سٽن جي پريان ئي سلامي ٿين؛
چٽو آستان جنهن نيلو رنگ آهه،
پٿر جي وراڪي سان رستو تنهن آهه؛
پل تان ٻيهي جي تون سامهون ڦرين،
اوپر ڏکڻ جي، تون لوهڙي ڏسين؛
اُتانهيون عمارات ۽ جايون ٻلين،
ڪين ڪنڌ اُڀ ڏي جهلوڪي چوين؛

ڪنارو ڪنھڙي سان ور ور وري،
هِت هت وٽن سان ڪي جهڳتا جري؛
وهي هيٺ درياهه سياري ٿڌو،
اونهاري اُٿل سان ۽ تيزي ڪرو؛
جيهو هُل هُو هُو سکر ڪان ڇڏين؛
تيهي سانت سُن جي تون هن پَرِ ڀڏين!
هتي سات صوفين جا ٿين ٿا گهٽا،
ڇگا پرش رهندڙ ڇڏي گهر گهٽا؛
تني مان ٿيو ثاب محنت ڪٽي،
ڪري دها ديپڪ دها پيو هٽي؛
تڏهين تان هي لوهڙي سڏن ٿا شريف،
گهر ٿي ولين جو ۽ ساڌن تعريف.

روهڙي رنگ ۽ رمز جي پوري آهي. عام خواه خاص
اُنجو جِس ۽ رَس وِس ۾ واسي، ڪيس پياسي بنائي ٿا
ڇڏين. فقيرن جي پهاڙ وسايا ۽ رِڻ رَسايا ته دنيوي آدمن
درياهه جي ڪناري تي صبوح سانجهي پنهنجا ليڪان ڇمايا.
درياهه وهندڙ وهڪ جو مجسم ولي آهي. سندس منڙي
ڇهڪ واري پولي پلي آهي. ڇو لي زندگيءَ جي لولي

آهي ته وري سندس الولي بي آواز سطح جي سَرِ ۾ موت جي چولي آهي. ڪٿي نه زندگي زوردار وهڪ سان خوشيءَ مان موت ۾ سمائجڻ لاءِ وڪون وجهندي ٿي رهي. زندگي آهي موت سان محبت رکڻ لاءِ. موت بعد ئي زندگي لطف واري لطيف ۽ نفيس ٿي ٿئي. محبت مرڻ ٿي سيکاري ته حسن محبت. قدرتي نظارن جو حسن انساني صورت جو حسن- موسيقي جو حسن، ستارن جي رم جهم، چنڊ جي چانڊاڻ، آفتاب جو تاب، ايهي مڙيئي زندگيءَ جي ڪتاب جو هڪڙو باب اهن.

**بيدل** فقير پنهنجي هڪ پارسي ڪلام ۾ روهڙيءَ بابت خوب چيو آهي:-

زهي لُهري ڪ چون جنات عدن است،
سراپا مجمع آرام و امن است.
زيارت گاه هر روشن ضميري،
دليل راهه هر جانِ منيري.
ز آبستان شمالش تا زهه وکر،
ز ڪوهستان جنوبش صاف انور.
ز ريگستان بود شرقش مُصفا،
ز باغستان شده غربش مطرا.
بدان سرمايهء سر خط ايـن خاک،

معين شد مطاف اهل افلاک .
بہ خاک درگهش هر راز داني ،
فتادهم با اَدَب بَر آستاني .
چو دولت يافت اين خاک مکرم ،
کہ شدهم فوراء نور معظم .
بہ عظمت او فلک دهشت دوتا شد ،
مَلَک بر آستانش جان فدا شد .
ورائي آن جَناب فيض بخشاي ،
بهر جا مَرقد مردان يکتاي .
فروغ آن شمس و نورِ آن کواکب ،
نمود اين دانہ را روشن لباب .
بہ هنگام تماشا آن مزارات ،
تحرک مي رسد با قلب اموات .
بهر اَکناف او چندين نظاره ،
هزاران گونہ عشرت را اشاره .
درو درگاه عالي را اساسي ،
سرِ دگر خانش يثرب لباسي .
زهر اطراف اين دير خرابات ،
رجال الله رسند از رفع آيات .
هم صاحبدلان با صفا را ،

بود روي ارادت سوي اينجا ۔
مگر اين بلده چون بيت العتيق است ،
که جاء طوف مردان طريق است ۔
وگر پرسي ز حال ساکنانش ،
سراسر جمع خاطر در امانش ۔
ز حسن مظهري هر جايش غلغل ،
بهر جا گُل بهر جا شور بلبل ۔
پريرويان به زيور هاي خوبي ،
مجلا رخ به تصفية القلوبي ۔
خرامان چون کبک نازک خرامي ،
صداي دادهء با يعيي العظامي ۔
شکر گفتار گلرخسار خوشخوي ،
صفا کردار کم آزار مه روي ۔
به نيکوي زنيکويان عالم ،
ربوده گوي سبقت بي تکلم ۔
رخ غلمان خجل از روي ايشان ،
دگر خود حور مست از بوي ايشان ۔
کمان ابرو بدست و تير مژگان ،
زهر ناوک دل خستهء هزاران ۔
دو چشم ايشان مگر چون تيغ خنجر ،

هزاران عاشقان را کرده بي سر.
بغمزه، ناز داده درس تنبيه،
به هندستانيان از روي نمويه.
به ترکان داده سبق دلربائي،
به اهل يزد تعليم وفائي.
هم و حسن خدا داده هم و ناز،
هم و گفتار شيرين مخزن راز.
به عشوه آهو به دام آرند در دم،
کرشمه آنها برد از وحشيان رم.
دل صاحب نظر در پي دوانند،
که باغ سينه را سرو روانند.
اگر چون مه سريع البسر باشند،
چو خود بر گردن هر شير باشند.
و گر در جلسه آيند از تلطف،
نشانند آتش ارباب تکيف.
کرا گردد بت شيرين مقابل،
شود اورا سلوک قدس جاهل.
ز آئينه ظهور حسن شان جان،
رسد در جلوه گاه نور عرفان.

بيدل فقير جي مٿين روهڙي جي رونق جي تحرير ۽ تشريح جو ترجمون مختصر طرح ٻي هڪڙي فقير علي بخش ڪمتر هن ريت ڪيو آهي.

## ڪافي روپ سورٺ

عجائب آهه روهڙي جو شهر، درياه جي ٻر تي،
رجسٽر ۾ حسن جي، نانوءَ آيس ٻهرين نمبر تي.
١- هلي ٿي عاشقي هڪڙي طرف ٻي طرف معشوقي،
اچان عشاق اُٿ آهن، ڪناري حوض ڪوُنٽر تي.
٢- جڏهن عاشق سنديون ديدان، لڳن معشوق ڀنهنجي سان،
چوڻ اُن وقت جي حالت، ڳچي ڳچ آهه خنجر تي.
٣- جبل واري ندي جاري، اُتي باغن جي بسياري،
اُها ٿي مهل موچاري، ڪجون ڀچن جڏهن ڦر تي.
٤- اتس ڏونگر ڏکڻ پاسي، اوپرندي واٽ وارياسي،
اولهندي باغ ساوا سي، اوتران جو رهيو جر تي.
٥- مبارڪ وار پيغمبر، خدا جي دوست جو ان ۾،
لڳي حج جو ميلو، جڻن مديني منور تـسي.
٦- سوا لک پير روهڙي ۾، رهن ٿا آس پاس جمع،
نظر تن جي رهي ٿي روز شب، روهڙيءَ جي گهر گهر تي.
٧- منجهس دستار حضرت پير، شهه بغداد جي آهي،
ڪيو جنهن شهر روهڙي جو، مراتب شان بهتر تي.
٨- انهي دستار واري پير، پيران جو مريد آهيان،
ڪندو باطن جي بينائي سندو الطاف ڪمتر تي.

سندس فرزند محمد محسن پنهنجي والد صاحب جي صفت ۾ چوندي روهڙيءَ بابت چوي ٿو:-

رمز رندي جي عجائب، روهڙي ۾ راز هو؛

انهيءَ رنداڻي رمز بابت سچو بادشاهه فرمائي ٿو:-

عاشق رند ڪٿي ڪوئي يارو، ليسين يا نه ليسين؛
پوتي پيا هوسين سو چاڙو، راتيان ڏينهان رب سين؛
ڪڏهان تا آفتاب نه لڪندا، عاشق مول نه چپسين؛
ايهي نشانيان تنهنديان هونديان، سچو صلح اهيندا سڀ سين.

راتيان ڏيهان رَبَ سان پوتَل مجذوبَ ۽ سالڪ، شاعر ۽ شيوڪ روهڙيءَ جي رنگ، محل ۾ ڪيترا ئي گذريا آهن. ڪٿي حسن جي حيرت ڏسي چپ ڪري اسرار عجيبن جو پسي، رَسي ويا رانجهن ڪي ڪي وري ورهه ۽ برهه ۾ اهڙا ته پڙ ٿي پيا جو هو پنهنجو سلام صورت پسي صورت سان ڪلام سان ٿا ڪن. لوڪ ته ڪين لکي ورلي ٿو.

انهيءَ رمز رنداڻي جــو راز محدود نٿو ٿئي. جنهنکي جمال پر ڪمال جام پري ٿو ڏئي، سو مست ٿو ٿئي. پوءِ ته ان کان سڀَ ڪا سار وسري ٿي وڃي، سڀ ڪا ڪار هڪ ڪار بنا ن بسري ٿــي و ڃــي. فقير سائين اسر لعل پنهنجي مستيءَ جي اهڙيءَ اوستا ۾ چون ٿا:-

* جنهن نون رانول رمز چکائي ، سا دل کرندي ماهي ماهي؛

## ڪافي روپ جوڳ

جنهنکي رانول رمز چکائي ، سا دل کرندي ماهي ماهي؛

١- عشق ماهيدي ڪيتا اُداسي ، بره لائيان تن باهيان؛
هير رانجهو دا لوهو لاوان ، ڏيندي مُلڪ اوگاهيان؛
پي هر ڪائي ماءُ پيءُ دي جائي ، هير عشق دي جائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي .

٢- سهڻي ڪون سک ساهڙدي ، جيڪا گهرپر مول نه گهاري؛
سر ڪي پيتائين سور سچي جي ، جا ول ول پاڻ سنياري؛
ٻڏندي مهل ميهر ڪرندي ، اڏ درياه وچ آئي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي .

٣- ڏاڍ تہ مٺي سان ڏير ڪري ويا ، ڪرهل ڪيچ قطاري؛
ڪاڻ پنهل جي پيرين پيادي ، ڪامڻ روز ڪوڪاري؛
لڳس بند بلوچان والا ، قادر قلم وهائـــي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي .

٤- ڪوٽ پر آڻي تو قيد ڪٺي ، ڪنهن ڏمر ساڻ ڏوتيا ٽي؛
جيڪري ملان ما روئڙن ڪي ، صاحب تيندم ساٽي؛
مِرڪي مُلڪ شال ملهائيان ، ڪير ڪندون گڏ ڪائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي .

---

* همت پي پڙهڻي پڻ ڏجي ٿي

۵- ليلان لڏي لاڏ ڪيو، جنهن ها رتي وَرُ مَنايو؛
مومل منٺي منهنجي ماڻي، جنهن سينٽل راوُسمهاريو؛
پائي مياران ڳچي ڳاري، راڻي روجهه نوائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

۶- اهڙي يارو ڪير ڪري، جهڙا شمس شانَ وڏا يا؛
سيفل شاه پري دي ڪيتي، ارَمُ پند پچايا؛
عشق اُنهينون چا الگ ڪيتا، دونهي درد دکائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

۷- زليخان يوسف ڪارڻ جوڳيا ٿي، جنهن روئي روئي حال وڃايا؛
عشق ليلي دي مجني ندر، پتر ڪا برهه اُٺايا؛
سوري تي منصور مارائي، ڳل گهت فڪر دي ڦاهي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

۸- سودا وڻج واپار گهڻان، هڪ عشق نه ملهه وڪامي؛
ايسر عرض اهو ئي آکي، دم دم روز ليلائي؛
ڏيئي سر سلطان تيا سـي، چارڻ تند وڄائـي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

اهڙي ”مستي“ مولوي جي ميءَ خاني جي روهڙيءَ جي ريت ۾ دليل آهي جنهن تي سهڻيءَ نه ته محسن ڪنيع سان ڪلول ڪيا ۽ راتديون رسايون، عشق جي مڻون مٽ هڻي. انهيءَ ناميار ي ءَنگريءَ ۾ جتان جي اوڏوڻن، ابدالن فقيرن ۽

ساڏن ڀهاڙن سان پريت رکي ڀاٽڻ ڀيھڻ جو ٻنڌ ٻڌيو. ڪوٺائي سيدن به خوب خوديءَ کي ڪپائڻ ۽ عشق کي نپائڻ جو جهد ڪيو. سائين پارو شاھ سالن جا سال اُن ڏيءَ وارن ڀهاڙن تي پريت جو ٻنڌ ڪيو. ڀهاڙن ۾ اھا ھيڪاڙ تي ٻڌي جو جيڏانهن ڪٿي نهار ته مار ڪونڪو مرد مولا جواٺ سنو ٻيو آهي. ظاهري ته لوڪ جي اک ۾ ايهي لاهوتي لڏي ويا ڻا معلوم ٿين مگر اڪين وارن لاءِ ته اُهي سدا سچا ڳڀ ۽ امر آهن. ايشور لعل به دنيا کان منهن موڙي ڀهاڙن ۾ ڀهڻ جو ڪنڌالو ڀاڻ تي هموار ڪيو تو ڏسجي. سُڪ جو سپنو جو اکين ۾ نچي ٿو ۽ ڏئي ڪي ڪين ٿو تنهنکي محبت صدقي مصيبت ۾ جا لذيت تي پاسي تنهنجي ڪلَ جَن کي هوندي سي ٻوليو نه ٻوليندا. اُذون جي حالت ساميءَ جي لفظن ۾ آهڙئي آهي جيئن "گونگو کائي گڙ، مشڪي مشڪي ڪيئڪي".

فقير بيدل عاشقَ عالمَ به ٻنهنجي آخرين آرام جي جاءِ ڀهاڙن جي وچ ۾ اچي ورتي. ايهي ڀهاڙ اهڙا ته عشق ۾ الوٺ ٿيل ڻا پاسن جو عشق جي راند، جا ڪائنات جي وجود ۾ اچڻ سان شروع ٿي آهي تنهنجي سرگس چڻ ته اڃان ٻي هلندي ٿي اچي. حڪومتن جي ڦيرن گهيرن عشق جي راند ۾ ڪو رخنو نه وڌو آهي. اقتصادي مشڪلاتن ڪو محبت جي نشي کي گهٽ ڪيو ڪين، تو ڏسجي. باقي

پرندن پکين جي ڀُڻڪار، ڪوئل جي ڪُوڪار، وڻن جي هُڪار، چنڊ جي چمڪار، تارن جي سنسار، ڀڪار پريت جي ريت ۾ شاندار ڪندي پئي رهي آهي. فقيرن ۽ شاعرن، مات وارن مردن ۽ رياضت وارن راڻن کي پنهنجي پنڌ لاءِ اُنهن درختن کان صبر جو سبق گهٽ ڪونه سکيو ٿو ڏسجي. اُهي به چپ چاپ ۾ ٿڌي ٿتيءَ مات ۾ بيٺا ٿا رهن لهڻ لاءِ اعليٰ پنهنجو درياهه کان اُنهن چڱائي مڻائي جي جذب ڪرڻ جي تربيت وٺي ٿَنَ مَنَ ڪَي هڪڙائي ۽ هيڪائي وٺائي حق ۾ هستي گنوائڻ جو گيت مات ۾ پي ڳاتو ۽ هر هنڌ حق ڄاتو ۽ هڪ سڃاتو. مسڪينن ۽ بيوسن، بيواهن ۽ گمراهن جي سارَ سنڀارَ ۽ سيوا سائين وسڻ رام آسائو ٿڙ تي ڀارو شاه جي نگراني هيٺ ڪندي زندگي کي هڪ خدمت ۽ چاڪريءَ جو گيت بنائي ڇڏيو. اهي مڙيئي گس رسَ جا ڪهڙو انسان قبول نه ڪندو؟ دنيا جا مزاجي ڪڏهن به گهٽ ٿيڻ وارا نه آهن سي ڪير ترڪ ڪندو؟ اُهو جنهن جي جيءَ ۾ جڪِ جڪِ جاڳندي ۽ جنهنکي تير لڳندو. هِڪ واري جنهنکي جاڳڻ جو رس آيو، جنهنکي سسئي جيان جمل جهاڳڻ جو چَس حاصل ٿيو، جنهنکي سياري به ساگر ۽ مردي ستائي نه سگهيا، سي سهڻيءَ جيان گهاگهائي گهڙندا سير ۾.

روهڙي رندن جو مرڪز آهي. اهي رند، اهي ماڻهي جن صبح سانجهي عشق جي راند کيڏي ”ڀاڻ“ هارائي ڪٿي ويا ڪٿوري، جنهنجي هڪار ايان ته هند سنڌ کي معطر ڪندي پي رهي آهي. جسم ڀي جنڙائن کان رهائي اهي ئي ٿا ڀائن جي ڀاڻ ٿا وڃائن ۽ بنائن ٿا بناوت ڪين جي. اهي ته بازاريون بره جون ڪوليو ٿا ڏين. وسنو ۾ ويراني محسوس ڪري هو رڄ ۽ سڃ وسائن ٿا. جنهنجي دم جي ڏنوٽي سان او ڀائن ٿا، اسرائن ٿا نپائن ٿا، نچائن ٿا، ”نانهن“. سڪ ۾ جي ڪين ساجن ڀنهنجي سيني جو نٿو ملي ته هو الوي آرام کي الوداع چئي ڀيا ڀاڏائن، ”ماهي مڻن نون ڏي ڏکان دا ڏاج“. الهيءَ ريت هو سندس رحم، ڪرم جا سوالي بڻجو ٿا ڀون. ڀرجي ڀنڌ ڪندي هو ڀوراتي وڃن ته به سندن طالع ڀاڻ تڪو ٿيو ڀوي جيئن لطيف ٿو چئي:-

”وڏو طالع تن جو جي رستي منجهه مرن“.

اهڙن عاشق مزاج اوڏوتن لاءِ بيدل چوي ٿو:-

جو غم ڪا بار چا تا هي، اُسي فرحت سون ڪيا مطلب،
جو اپنا سر گنوا تا هي، اُسي راحت سون ڪيا مطلب،
اسي رهه ۾ ڪوئي آوي، جو آوي ول نهين جاوي؛
جو لذت فقر کي پاوي، اُسي دولت سون ڪيا مطلب.
عشق ڪا زخم لهاوي جو، خودي اپني کون کاوي جو،

دنيا کي جل ۾ ٻاوي جو، اُسي نعمت سون ڪيا مطلب ۔
هو حد رند مردانه، هوا اپني سي بيگانه،
جو پيوي جام رندانه، اُسي عزت سون ڪيا مطلب ۔
عشق کا مرڪي جينا هي، درد کا جام پينا هي،
جسي غم خزينه هي، اُسي عشرت سون ڪيا مطلب ۔
اهڙن اعليٰ انسانن جي اثر هيٺ رهندي عام آدمي،
مرد خواه عورتون چرخو چٽ جو چور ٻنديون رهيون ۔
روح رهاڻ جو دور هلندو رهيو- فقير جي ڏونهين دکندي
رهي ته واپاري جو وڪڙ سکر بکر لتاڙي پڪا ريندو رهيو
دور ڏيسن جي رهواسين کي روهڙيءَ جي رمڻيءَ ريت لاءِ ۔
ميل ميلاپ وري هندو ۽ مسلمان جواهڙو ته هو جو جهٽڪ وحدت
جي وڻج واپار جي کا بازار کليل هئي ۔ چيٽيءَ ويساکيءَ جي
ميلي تي درياه جي پيٽ تي يا زنده پير ۾ مذهب جو
ويچھو ڏسڻ ۾ ايندوئي ڪونه هو، عاشورن جي موقع تي هندو
مسلمان پائرن کي منو پاڻي پياري زخمي دلين کي ٺاري ساڻن شهيدن
جو دک ونڊيندا هوا ته وري مسلمان پائر سائين وسڙام جي
ورسيءَ ۾ ڀرو وٺي وحدت جو واڄو وڄائيندا هوا ۔ محسن
فقير جو بيڪس جي تخلص سان مشهور آهي سو ته بسنت
واريءَ رت ۾ قدرت جا رنگ برنگي ويس ڍسي ماڻهن ۾
مستي ڏسي بهار تي پوندو هو ۽ چوندو هو -:

آيا بهار بسنت بهار هو، هر جا بره بهاري وي
گهٽ گهٽ وي وچ جهٽ پٽ جهنگل گل ڦل ٿي گلزاري وي

سارو ڏينهن زالن مردن جي وچ ۾ وسڪرام جي ٽڪاڻي ڀاڱران پيرن ۾ ماڻهن جا جهنڊ چڙهندا لهندا ڏسي پيا خوش ٿيندا هوا. گهٽين ۾ نورنيون، ڀڏ ڙيون وهنديون ته چونديون وينيون "ري ڀڏء" سائين وڏي وَٿِ ويس ته دڪ دور ٿي ويا! ٻي چوندي ءائي لکه لهي منهنجو ٻا رو شاهه جنهن کٽي ڀٽرو ڀهرايو، ٽين وري واڪو ڪندي ري اڍيون جندي منهنجي جهول کٽي ڪٽي سائي" مطلب ته جي زالون ايڏي صدق واريون ته مرد ڪو انهيءَ مانجهي ملڪ جا گهٽ هوندا ڪٿن؟ شيوا منڊليون، ناٽڪ منڊليون ڏرم منڊليون، آشرم ۽ ولي آساد وارا آستان حا جنا شاهه، بخاري شاهه سڀ ڏکي انسان جي ڏکه دور ڪرڻ جا وسيلا وسندا ٿي رهيا.

مگر روهڙي ۾ ته رنگ ئي رمز وارو ڪو پيو هو. عشق جي بازار گرم هئي. مجازيءَ جو مچ هڪ طرف هو ته حقيقيءَ جو پچ ٻئي طرف. مجازيءَ جي مام مفتون، مقتول، مجروح، ڪمتر، فمدل پيدا ڪيا ته حقيقيءَ ۾ مير، محسن، بيدل، بيڪس، محب شاهه آيا ري آساري شهر کي برهه جو بحر کٽي بنايو. ايهي پنهنجو وارو وڃائي رستو پڌائي راهه رباني وٺي ويا.

سالڪ ۽ مجذوب پنهنجو پنهنجو دڳ وٺي وڃ سنياري ڏينهون ڏڻ چاري راتون هنجون هاري انهد آواز اُٿاري

روهڙيءَ جي ڇپي ڇپي تي عشق جي دونهي دکائيندا ويا.
ڄڻ هين جڳ هين ڪٿي روهڙيءَ جي گذريل وقت تي اڪ
ڦيرائبي آهي ته ائين ئي معلوم ٿيندو آهي ته اڃان به
منجهس بوءِ بهار جي آهي.

"وسط" جو وڻاڻ ته اڃان وسي پيو. مجذوب فقير سائين پارو-
شاهه جي دعا جو ڪٿي هيس، "وسڻ پيو وسندو پن"، سو
ڪيئن نه وسندو. اڃان به ايهو سيوا ۽ ادب جو چشمو جاري
آهي جتان سڪايل لب چڪو وٺي دل دماغ سرير کي زنده
رکندا ٿا اچن. ويچهرائيءَ ۾ به بحر مان جا لهر اٿندي پئي رهي آهي سا
گهٽن کي گهليندي پئي رهي آهي. ڀڳت ڪنور رام ته ادب
جو ڀنڊار هو. هو سدا وسڻرام جي ورسيءَ تي فقيرن جي
ڪلامن جون بوندون وسائي ماڻهن ۾ اُهو جذبو ۽ جوش پيدا
ڪندو هو جو هو بيخوديءَ جي موج ۾ پنهنجي زندگيءَ
۾ انقلاب اچڻ جون آسون رکندا ايندا هوا. سائين محمد شاهه
۽ ماسٽر نيڀراج صاحب جن اڄ به روهڙي وارن لاءِ رندائي
رهبر ٽڪلن جا ٽڪ پيئي رهيا آهن.

اڃا به آهين اُهي جي ڪشتي قلوبَ جي پڏي، لو به
جون ٽندون پائي واڳون ورائي دنيا درياهه تي هاڪاريندا ٿا
رهن ۽ مگر اُهي چپ ۾ چپ آهن. ٻاڻ جو گمنامي ۾ ٿا گذارن
تن جو پردو ٻري ڪرڻ واجب ڪين ٿيندو.

تهذيبَ ٺاهڻ ۾ تاب طلب وارن پنهنجن ڀڳتي سياوَ،

عورت واري حياءَ، قرب واري نياز سان ٽاهڻ ۾ ڪو پوئتي ڪونه پيا. ٽڪاڻن ۾ جي رهاڻ جو رس آهي ته صبر وارن وٽ سِن ۾ سيوا جو گَس آهي. ڊاڪٽرن ظاهري سرير جي حڪمت ڪندي، تند ٽوڙيندي سنگت کي سيوا ذريعه سِک ۾ گم ٿيڻ جو سبق ئي سيکاريو ته ٻي طرف ڪين دائمي ديس جو دڳ ئي ڏيکاريو. ايهي آديسي اُٿي ويا ۽ مگر لائق جي هنن مسڪيني ۽ ماڳ وٺندي لوڪ سان ڪياسي لڪيا ته ڪين رهندا جيڪي سو اُنهن جو واس وس ۾ ئي هونگا ڙيندي. الوڙ جي آکاڻي، چاڻڪ نيتي شتڪ، افسانه الوڙ، بيدل بيڪس جي حياتي، ڪڇ ڪوڏيون، سرهاڻ، گورنگ، گيتا، سنگرا پديش ۽ پيا ڪيترا ڪتاب جن جي لکندڙن جي خبر ڪٿ ڪا ملي ٿي سگهي سي صرف روهڙي ۽ جي تهذيبي تاريخ جو ثبوت نٿا ڏين. روهڙي جا هندو خواه مسلمان علم ۽ عرفاني راهه جا ڪوڏيا سي زماني جي لهرن تڏهن لوڏيا پر خبر نه آهي الاجي محسن فقير جي بددعا ڪٿ روهڙي جو حال بي حال بنائي ڇڏيو؟ هن پنهنجي هڪ ڪلام ۾ چيو آهي:-

"ڪاڪ ڪوماڻي ويل وهاڻي، پينگ ٿيا سڀ پاڻا"

ننڍي هوندي جون ياد گيريون اڃان به صاف آهن ته لالن وٽ پارسي ۾ مهاڀارت، رامائڻ گيتا جا هٿ لکيل نسخا هوندا هوا. انهيءَ مان ائين ٿو معلوم ٿئي ته پارسي علم جو شوق روهڙي ۽ جي هندن خواه مسلمانن ۾ چڱو چوکو هوندو هو. خبر نه آهي ايهي سمورا ڪتاب ويا ڪيڏانهن. مالڪ ته

ويا لڏي مگر سموري پونجي گڏي ته ڪٽي ڪونه ويا هوندا. ضرور ڪن ڪي ته ايهي تحفا هٿ چڙهيا هوندا. ڪاهوڙي هجن ته ڪوچ ڪري ورڻي اوچ اڳيون ورائي آڻن.

وڪيل هوندا هوا، ڪامورا هوندا هوا ته به اپياس نه ڇڏيندا هوا. جيڪي سکندا هوا سو سيکاريندا هوا. سنگت ۾ پنگت ۾ پنچات ۾ ڪانفرنس جي پنڊال ۾ ڪٿ نه ڪٿ اُتلي پوندا هوا. ٽڪر تي ٽيڪم آشرم هوندو هو جت عالم ۽ عامل رمتا ۽ رمز وارا اچي آرام ڪندا هوا. خدمت ۾ سيوا جي بدلي علم ۽ عمل ڏيندا ويندا هوا.

شاهن جي اوطاقن تي اچان طالب تنوارين پيا، ڦوڪون ڏيئي باه ٻارين پيا، اوراڻا اوري دليون ٺارين پيا.

اسڪول هوندا هوا جت سنگت جي رنگت هوندي هئي. مرڪز ته گهڻائي هوندا هوا، جن مان روهڙيءَ جي تهذيب جو اندازو لڳائي ٿو سگهجي.

سالياني ڪوٺائي ميلي تي يا خانقاه جي ميلن تي ڪن رس سان من رس ۽ روح رهاڻ جو دور به اور هوندو هو.

هيڏانهن ڏهي بازار جي پڙ ۾ اسير فقيرجي ٽڪاڻي ۾ خوب ڪلام جي ڪلالي پٽ هلندي هئي. هندن جا پيا ٽڪاڻا به مڙسن جا هنڌ هوا.

شفا گهر ڪيترا ئي ڇو نه هجن مگر روهڙيءَ جي

شڪا ڏهر ۾ شيوا خاص هوندي هئي . شيوا ڪندڙ روحاني رستي جا ميوا هٿ ڪري قلب جي ڪمائي ڪندا هوا . ٻاراڻي ٻولي، اُٺ ۽ اوڙ وارا لنڊا ٻسنتڪ، جي هندستان ۾ وڃي ظاهر ٿيا آهن سي ٻه روهڙيءَ جي سالڪ جي سوکڙي آهن.

ڪپڙي جا ڪارخانه روهڙيءَ جو اوائلي ڏاج آهن. اڳ سو سيون نهنديون هيون، ٻوءِ سلڪون قناويز نهڻ لڳا. آديسي آئي ويا ته ٻه اجان طالب ٻه ٻيا تنواريں ۽ سالڪ ٻيا سنواريں، مجذوب ٻيا اُڪاريں . ائين ته ڪينهين جو سنڌ سڄي آهي باقي روهڙي رمز واري، راز واري، رسيل، رسايل، نوازيل آهي. سنڌ جي قطري قطري ۾ قرب ۾ ڪنڌ جي ڪاتي هيٺ اچڻ جو هَل شَل، آواز ۽ آلاپ آهيئي آهي، مگر روهڙيءَ تي رنگ ئي ڪو نرالو ٻلينو تو پالڻجي

سائين اسير لعل ٻه رانوتي چڙي، مجازيءَ جي مامَ ڪٽي مرشد جي حڪم موجب وڃي ٻهاڙن پيڙا ٿياءِ ٻوءِ روهڙي ۾ اچي دونهين دکائي الک جڳائي ويٺا. فطرتي ڪو جادو آهي جَلَ ٿَلَ روهڙيءَ جي ۾. پٿون پيئني، ٻها ڙ پيتي مگر آخر فقير روهڙيءَ اچي ليٽي.

ٻاڻ هڪڙي ڪلام ۾ روهڙيءَ بابت چون ٿا-

سکر بکر مين ٻوليان جائي - روهڙيءَ ۾ تو راند رسائي.

اهڙيءَ روهڙيءَ ۾ درياه جي ڀر ۾ ٻيل وڻ سان وڏهي
هن ويڌيل ورونهه ڪٿي. ٻاڻ ۾ ٻيهي هن ٻاڻ وڄايو ۽
انهيءَ جو آلاپ الايو.

اسير لعل کي فقير سمجهي سندس ڪلام کي قبول ڪجي،
يا شاعر شمار ڪري، انجي پرک ڪجي، سو مدار رکي ٿو.
پڙهڻ ۽ پرکڻ واري جي اوستاني. شاعر به ته نيث انسان
آهي، فقير به انسان آهي، مگر شاعر فقير جو مڪان ئي
ڪو علحدو آهي.

فقير ٻاڻ ته هن ريت ٿو چوي:-

وچ اسير دي ايشور اوهي، اسير نام ڌريندا هين،
قبر الله آپ آکيندا هين

۱- آپي ظلمي، آپي ظالم، آپي پڙهيا عالم؛
مسلول کول وکيندا هين.

۲- اندر ٻيري، اندر ٽيري، آپ منشي، آپ نبيري؛
ظاهر ذبح کريندا هين.

۳- شاعر ٿي ڪر شعر آکيندا، سورهه بنکي ملک سڌيندا؛
ڪڏهان سولي پکڙ چڙهيندا هين.

۴- اسير عرض اهوئي آکي، مال هر يا چوري چاکي؛
وچ رانوتي دي رهندا هين.

سچ **مسرور** به هير رانجهوءَ واري منڌيءَ ۾ چيو آهي:-

روز رندي، راز واري، روهڙيءَ ۾ لات آ؛
وحدتي، جت وڏ ڦڙي جان، هر گهڙيءَ برسات آ.

# شاعر

ڪَ. تا ڪويءَ جي اندر جي اُڀرَ ۽ اُسرَ جو اُڀاڙو آهي.
عامِ ريت، دنيا جا اسين روز مرّه ڏسون ۽ ٻڌون پيا سا شايد
رواجي طرح ڏسندڙ جي اندر ۾ نه ڪو خيال پيدا ڪري ۽ نه
ڪيس پَرَ ڏئي پرين ۽ فرشتن جي وطن اُڏاري وڃي، جت
حسن، ريءَ ڪا ٻي نفيس چيز رهي سگهي ئي ڪينَ ٿي.
اُن ساڳيءَ چيز جي اندر ڪويءَ جي اک سونهن جي
سَچَ جي چڪ اهڙي ته چوڄ ماڻ چڪيندي جو هو اُن
وهٽيءَ مورت جو ديدار ڪري اهڙو ته ٻوڏ ۾ اچي ويندو
جو پنهنجيءَ خوشيءَ ۾ اُن جو اظهار اهڙي ته سپڪ سهٽي
سرل سريلي زبان ۾ ڪري وجهندو جو پڙهندڙ ٻڌندڙ اُن
سونهن جي سچ جو سرڪيون ڀريندا رهندا. ڪويءَ کي
ڪا خاص اک عطا ٿيل آهي ڪٿن جو سندرتا ڏسي، ٻڌي،
رسي، وسي ٿو ٿئي ۽ ٻيا اڻکي نظر انداز ڪيو ٿا ڇڏين؟
اک، اک جو ڦير آهي. دل جو وري ڪنهن ڪنهن سان
ميرُ ٿو ٿئي. اک ڏسي، پنهنجي خوشيءَ جو احساس دل
کي ٿي سونپي. دل ايها خوشي ايتري ته ٻڪيڙ ۾ مڪيڙي
ٿي ڇڏي جو انهن پيو ٻاسي ته ڇڙڪ رڳون ٿيو رباب
وڃن ويل سپ ڪنهن. هڪ هڪ تند کي تار ۽ تنوار

آهي ٿي سگهندي، مگر جڏهين له مرڪز ۾ موسيقي واري موج
مھراڻي مقدار ۾ پيدا ٿي ٿي، ٿئي ته پوء باقي ٻيا پاسا ڪين
اُلھيءَ لرزش ۽ لهر کان وانجھي رهي سگهندا؟ سونهن جو
اظهار ڪرڻ ڪٿي اهڙو اهنجو نه هجي مگر سرهائي جا سونهن
جي سچ جي سرڪي وٺڻ مان ٿي پيدا ٿئي تنهن لاء ته دل
سنوالي ٿيو، اٿي چئي:-
”چريو ڪيو جنهن چيتا ڪي چت، سدا سا سرڪساريان ٿي.“
حسن جو پوچاري، عشق جو هاري، سازيءَ ۽ سلوڪ جو
وڻجارو ور ور ويچار، وهنوار ۽ آچار ۾ ايهي وکر هيو ورائي.
انهن جي چڪر ۾ رهندي هو لهي پيو هند هند جا، جت دم
قدم سان نهڪندو وڪ وجهندو ٿو هلي. انهيءَ گسُ ۾ هلندي
چلندي هن جي من ۾ رنگيني پيدا ٿيو پوي ۽ سيني ۾
دل هنجي آئيني مثل ٿيو پوي ۽ هو اَصُل کي ڏسي نقل ۽
عقل جو پند پوئتي ڦٽوڪيو ٿو ڇڏي.
ائين ڪين ٿو ٿئي ته شروع کان سندس چوٽي چس ۽
جس واري ٿي ٿئي. موڙ جهوڙ- مهت چهت چند چاڻ ته
حسن کي ڀِهڪائڻ جا وسيلا آهن؛ مگر رسيلا حرف ۽ آواز نه
حسن هادي عشق امام ٿي پاڻ ٿو پلتي ڇڏي.
اول ته جيڪي به احساس حسن جا ٿا اُٿن سي شخصي
ٿا ٿين مگر شاعر جو سچ جو پتنگ آهي سو پاڻ ”وڃائي“
”پاڻ“ ٿو پائي ۽ پوء ته آلاپ اُهو ٿو الائي جو هرڪو
پڙهندڙ خواهہ ٻڌندڙ ائين پيو ڪندو هلائي جو جڻڪ شاعر

سندس سيني جي ڳالهه پيو پڌائي.

پَدَ کي به ڪاويه ۾ پنهنجي جڳهه آهي. لفظن کي پنهنجي امنگه جي رنگه پيدا ڪرڻ لاءِ تالَ جي به ضرورت آهي. آواز جي للڪار ته بي جاءِ ڪانه ٿي ٿئي. ويسَ وڳا جڏهين، قدرت جو هرڪو ظهور اوڍي پاڻ سينگاري ٿو ته پوءِ خيال ۽ امنگه رنگه ۽ ڍنگه کان وانجهي رهي ونگه ڪهڙو وجهي سگهندا؟ وَٿُ ڪهڙو حاصل ڪري سگهندا؟ رازي واري وَلَڏَ ڪَٽَ، پيچ ڊاهَ ته عقلي شاعر اوَسِ ڪندو. نقلي وري رنگه هنئون، ڍنگه هنئون، اڪِ هيڏي، اکر هوڏي ڪري نظم ڪي هضم ڪري پنهنجو ڪري پيش ڪندو؛ مگر اصلي شاعر ته پکيءَ وانگر پيو ڳائيندو. حسن جي هيڪار پسي پيو اوڏون اوتيندو.

شاعر امنگه جي رنگه ۾ رچي، آلاپ اهي اٿاريندو جن سان هو مثل دل کي پيو جيارينيدو. شاعر، آزمودا، جي پسڻ، رسڻ، هسڻ وسڻ مان ٿو پرائي تن جي لفظن جي ورچ ۽ وِچرَ سان تصوير ٿو بنائي مگر هو ائين به پڌائي ٿو ته هيءَ، صرف للڪارَ، تانُ، پَدَ، امنگه، رنگه، مصنوي معنيٰ واري تصويرَ نه آهي، آتم ڪهاڻي نه آهي، مگر زندگيءَ جو ذِڪِر

آهي. ماڻي ۾ بي آرامي جي جهڳهه جي ڇاڪ آهي
ڪوئيءَ جي ڪوتاهه ۾؛ ضد ۾ جهڳڙا آهن جيوت ۾،
جاين ۾، سياست ۾، اخلاق ۾. نه صرف ايتي مگر
وڏيون پايون ضدي طاقتن جي ڇڪ تي ٻڌل آهن.
شاعر بدل سدل، ناٽڪ ۾ زندگيءَ جي اونهن ڳجهارتن
کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪري. مگر شاعر درويش فرش
کان عرش ڏانهن اکيون ٿو اپاري ۽ لفظن ۾ اڪاري
ٿو، تاري ٿو، ترهو تن جو، من جو، دل جو، ديس
دلبر جي. هو درد مان دانهن ٿو ڪري؛ هو اڪير
وچان آس ٿو رکي؛ هو حسن لکي ٿو. چت ۾ حسن
کي چکي ٿو، پيار ڪري ٿو ۽ اتان جي امنگ سندس
اندر ۾ اُڀرن ٿا انهن کي ڪُل حسن اڳيان نذرانو
ڪري ٿو ڏري. جدا جدا جايون ڪيس وايون ورهه
جون پنهنجي نموني ٿيون پڌائن؛ گُل ڦُل، جيوت
موت جي حقيقت سندس اڳيان ٿا رکن، تارا پنهنجي
رم جهم سان سندس جانِ ۾ جوت، سرير ۾ سَتُ ۽
دِلِ ۾ دردُ پيدا ٿا ڪن. اهو دردُ آهي جو شاعر
درويش خوشيءَ سان قبول ڪري، سوليءَ کي سولي
سمجهي سِرُ ٿو سرائي ۽ لوڪ کي پڌائي ته هي جو
ڪنڊو موڪي دِلِ ۾ چڀي رهيو آهي تنهن مان رَتُ

ٿو نيندا ڪري وهي مگر اهو هڪ سوغات آهي سهڻي جي.

شاعر ڪانهن جا آهن، اڄ جا آهن، يا سڀاڻي جا آهن. شاعر البت وقت جي اولاد آهن مگر اهي ازل جي به جڙ آهن. اسانکي پيءُ کي وساري صرف ماءُ جي ياد گيري ڪرڻ نه جڳائي. وقت جي وٽن آهر سندن وِرِچ ڪرڻ بدران سندن ڪرتي هٿاندر ڪين ور ڇڏجي ته چڱو. پهرين دفعي ۾ جذبي جا بادشاه شيڪسپيئر ۽ ڪاليداس جهڙا ڪوي اچي ٿا وڃن. اهي عام آدميءَ کي، جو جذبي جو ذوقي آهي تنهنکي جذبي جي ڪُنَ ۾ ٿا وڃي ٿبوئن. اهي انهي گهوڙ مان ڪيس گهيندا اري روح جي مائي مرڪز ۽ جاوداني آرام ۾ ٿا وڃي ڪين آرامي ڪن. تنهن کانپوءِ ٻيءِ دفعي ۾ روح جا ڪولمبس ٿا شمار ٿين جي انساني سرجيتي جا اونها تهه ڳولهيندا ڦوليندا ٿا رهن. ايهي بليڪ، ٽئگور، جبران، شاه، مئٽرلنڪ جي گروه ۾ شمار ٿي ٿا وڃن. انهن جي پسندي ۽ پرجهه انهنکي ٿي رهي جن جي جيءَ ۾ جاکوڙ، ڏسڻ ۽ جال جي آهي ئي آهي. اهي انساني هوش جي حدن کي وسيع ڪندي سندس سرحدون مٿي ٿا ڪن.

ڪيترا هِن برهمانڊ کي انجير جي وڻ سان مشابهت

ڏئي ٿي جنهن جون ٻارون آسمان ۾ آهن ۽ جنهن جا پن ۽ ٽاريون زمين ۾ آهن. اسان انهيءَ وڻ جا پن آهيون ۽ قومون سندس شاخون آهن. انهيءَ وڻ جون ٻارون پنج آهن. حسن، سياڻپ، چڱائي، محبت، سچ ۽ طاقت. جدا جدا دفعي جا شاعر هڪ ٻئي جي ڪڙي انجو سڌسار ڪي چڪائي انکي طاقت ور بنائن ٿا.

اَمر آهن اهڙا شاعر. سندن چوڻيون وقت جي وراڪن ۾ وري نئيون وڃن. اهي ته پوءِ پرانتيءَ جون پنيون پڇي ٿيون ڇڏن. پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ ٻولن ۾ ٻڌجي ٿا هون جن مان ڪين جمال ۽ جلال مشاهدي جو معلوم ٿو ٿئي. اَحد جو اجالو بجلي وانگيان ٻانديڙو تي اهيو ٿو ٿوي هو ٻاٽڪي اُن ۾ وهنجندو محسوس ڪندي مست ٿيو وڃي. ڪُل حسن جي حضوريءَ ۾ وهڻ هڪ اهڙي نعمت آهي جنهن جي چاهه هرڪو چاڙهي سگهي ٿو مگر ان طرف قدم اڳتي وڌڻ ڪان هيو ڪيباني.

عام طرح ته شاعر شوق ۾ شهيد ٿي ٿو پوي ماڪيءَ جي مکڻ وانگيان گُل جي رس جي حرص ۾ ٻاڻ وڃائي ٿو وهي. گُل ڏسي رنگ ۽ سرهاڻ ۾ ڦسي ٿو پوي. راڳ ٻڌي سندس سيني جون تارون

تنوارن تيون ترانو جسماني جمال جو مگر اِنَ مانِ معنوي مٽس مٿيا وارا باطن جي ڪيلدا تـا رهن. حَقَ وارا جسم ۾ خواه اسم ۾ حَقّ تا سڃاڻن. هڪّ ٽا ٻيا ڻن. جيئن سَچّل سرمست ”بادشاه“ تو فرمائي :-

سهسين رنگن ۾ سهڻو، بي رنگه ٻن آيو.

بيـــدل وري بهارَ جي رُتِ ۾ سي يـار بگا لو

جو ٻاڻ ظهوري ڪثرت ۾ آيو آهي تنهنجو بيـا ن هن ريت تو ڪري.

حسن بسنت بهار بيرنگي، چمن ڪليا چو ڏاري وي؛
نقش و نگار عجائب بنيا، هار سينگار هزاري وي؛
گلبدن گــلــذار ۾ آيـــا، هر جاء تي هيڪاري وي؛
قول ڪلي ڪچمال به قولي، اور ڪلي گلّ اناري وي؛
سرو سنبل سوسن صد برگي، بر هين عجب بهاري وي؛
ٻا جهون و يکڙا يار پياري، سير چمن بيڪاري وي؛
بيدل بوء بهار دي پاوين، سرتِ و چاوين ساري وي؛
حسن جي هيڪار سي، درويش ٿيو اولون او تيندو.

بسنت جو حسن ڪليو ته شاعر جي دلِ جو ڪَملُ ٽري ٿيو. سندس دل ٻهڪي ان حسين حيرت سان تهڪي پئي نکاوَ ڏيندي. ائين نه آهي ته پيلا نيلا، ساوا سوسنا ڪلابي ۽ آبي گلَ سندس ڪَمَلَ کي ٻهڻجي؛ رنگت؛ سنگت جو رنگـ ڏيئي ڪيس بودِ ۾ آڻي چـڏيندا. ائين نه تي نه

ڏو سگهي ته سندن لوڏ سندس دل کي لوڏي اوڏي ڪري
ٿي وڃي عجيبن جي اوطاق جي. روح کي ريٻي ڦريمي
تڏهين ڪهڙي حالت ٿي جو اوظلمات مان نڪري روشنيءَ
سان رقص ڪندو ٿو رهي؟ ڪهڙيون نه قهري ڪريون
شاعر جي مٿان نازل ٿيون هجن ته به هو حسن ڏسندي هريو
ڀريو ٿيو پوي. غريبيءَ ۾ غوطا کائيندي هو نه ڀاڄ ڪسي
غني ٿيو ڀانئين. ايها خوشيءَ جي لهر ڪهڙي مان
ٿي اٿي جو اڪرندي ئي اچي ٿي پڪه وڃي ۽ محبت
وڻجي. بهار جو رنگ ڏسي ٻيا سڀڪو ٿو مگر شاعر جي،
دل دماغ ۽ روح تي الجو اهڙو ته آچوڙو اچي لهو نازل ٿئي
جو هو پي خود ٿيو پول پوليندو، راز کوليندو، ساز
سرائيندو آلاپ آلائيندو ٿو رهي، اهي جن ۾ معنوي معنوي
ميل ٿي ٿئي. قدرت جي دنيا ۾ جڏهين نه در دريون
کليو ٿيون پون تڏهين ته انهيءَ اوندهيءَ ڪوٺيءَ ۾ قدم
رکڻ جو حوصلو ٿو جاڳي جت ڪاريگر ڪائنات جو وڻو
ڏو واتون ورائي واهن واهڙن جون. اٿي نه آخرين منزل جو
نڪان ڪيڻهين. آڇان نه وهه اڃي آهي. ان ٻوڙيءَ لي ٻهو
رکندي پالتيءَ ڪي پر گهڻو ڪي ٿو ٻئي. مروليون گهڻيون
ئي حل ٿي ٿيون هون مگر وصل جو وٺاڻ آڇان پيء اڃتي.
صرف ايها عمر خاصي ڪيئهين. انهي عمر ملندي سرهائي
حاصل ٿئي ٿي مگر خوشي جا حسن ۾ همڪار سڻيديءَ ۾

سوجهرو ڏسندي ئي ملي تنهنجو مڪان ڪو ٻيو .

گرديو ٽئگور پنهنجي ڪتاب "انسان جو مذهب" ۾ چوي ٿو- "هر ڪنهن صبوح جو سويل مان بستري مان ڊوڙي ٻچي انهيءَ لاءِ ويندو هوس ته اونداهه جي ڦاٽ مان سج جي ڪرڻن ڪِرڻ جي ڪرامات ڏسان جي کجور جي ٿڙڪندڙ تارن مان ڇيريندا زمين تي سائي گاهه مٿان ماڪ جي ڦڙن تي اچي آرو ڪري ويهي، صبوح جي هوا جا جهوٽا جهٽي، جمال جو جلال جهلڪا ڏيندا پيدا ٿيندا هوا پول ۽ جڏهين نه وري صبوح جا ڪڪر اوڀر جي افق ۾ گهاٽا ٿيندا ويندا هوا ته لڏندڙ ٻالسن تي مٿي ڏيندڙ عڪس سنئين نظر ايندو هو ۽ ڳوٺ جي ٻارڙن جو انبوهه مٽي مارڻ جي ٻيري کيليندو نظر ايندو هو، مان چٽي نٿو سگهان ته ڪيئن اوچتو ئي اوچتو خيالن جي لڙهي منهنجي دماغ مان قافلي وانگيان غير واقف بادشاهت جي دولت ڪندي ون تيز رفتار سان گذرندي رهندي هئي"

دادوءَ جو ڏڳ وري هڏريت آهي. هو چوي ٿو:- "ته جڏهين نه مان روپ ۽ قالب جي سونهن ۽ سوڀيا ڏسندو آهيان ته مونکي صرف قالب ۽ حسن نظر ايندو آهي. پر جڏهين ان حسن کي حياتيءَ ۾ پسرندو ڏسندو آهيان ته اهو حسن حياتي معلوم ٿيندو آهي. جڏهين انکي پنهنجي روح ۾ زتل ڪٿل محسوس ڪندو آهيان ته اُنجي وڃ وچڙيل ئي غير محدود روح ۾ معلوم ٿيندو آهي."

قدرت جو ڪمال پسي هسيءَ ۾ ٻر ٽي ويندا آهيون ؟ جڏهين نه ”خودي“ خوشيءَ جو احساس ڪندي آهي تڏهين ئي مَن ۽ دِلِ ايڪائي جو انٺ معلوم ڪندا آهن. اهڙي حاصليات مان ئي جڏهن بيڪس ٻُو چوي ته ملي ٿو محبوب.

آئي بهار بسنت بهاريو، هر جا برهه بهاري وو.
گهَٽِ گهَٽِ دي وچ جهٽ پَٽِ جهنگل، گُل ڦُل ٿي گلذاري وو.
نول بسنت پهون دِنِ لايا، وو مبن عمر گذاري وو.
پهون دِنِ لاڪي ڦريار آيا، صدقي ڪريان جان ساري وو.
بيڪس بيوس برهه بهاريا، دَمُ غنيمت ياري وو.

گُلَ جي بسرط ۾ جا خوشي ٿي حاصل ٿي سا نه سندس گولائي ۾ نه آهي، سندس رنگت ۾ نه آهي. الهيءَ ۾ پيو ڪو عجيبن جو اسرار آهي جو شاعر جي اکين ۾ گهر ندي منجهن گهر بنائي ڪيس خوشيءَ جي خماري ڏيو ٿو ڇڏي. خوشيءَ جي آخرين سرحد ڪهڙي حَدَ تان ٿي ايري هلي؟ خوشي ئي سچ جي هڪڙي ڪسوٽي آهي. حسن اها خوشي ٿو پيدا ڪري جا انسان جي اونهائن ۾ گهري اَمَر سچ کي وڃي ٿي قابو ڪري، پوءِ ته اها راڳ جي لهر ۾ اٿليو ٿي پوي. لفظ جيڪي ڪجهه ظاهر ڪرڻ ۾ ڪامياب نٿا ٿين سو حصو مڌرتا، سر تال، سوز ۽ سرود پورو ڪري ٿا ڇڏين. دادو وري به الهيءَ باري ۾ چوڻ ڪان نٿو

هوڪي " جڏهين نه عقل جو چمڪو ٿو ڇڙي هلي ته لفظ بيٺهن وانگر لهيو ٿا پون، مگر جڏهين نه انهيءَ ۽ آزمودا ٿا حاصل ٿين تڏهين ته راڳ ٿو ڇنڪي هلي. چوهو بڻجي ٿو وهڻ شروع ٿئي."

عام طرح چوندا آهن ته حسن بي بنياد آهي ۽ عشق بي بنياد ڪينهين. ائين به ته ڪن قرب وارن کي آزمودو ٿيو هوندو، مگر ڪي ته ائين به چوندا آهن ته عشق بي پاڙي وَل وانگر آهي جا جنهن به سائي وَڻ تي اُڀلي ٿي پئي سو وَڻ سڪجو سڙيو وڃي، باقي پاڻ سدا سائي.

مرد يا لسٽ حواسن کي جسماني جمال مان حاصل ٿئي ٿو مگر جڏهين اهو جمال ڪمال جو ڪافد قرب وارو ٿو معلوم ٿئي ته اُنمان حاصليت حد ون ٽپي احد ۾ ٿي وڃي اُڪري، پوءِ اُنمان آرام اهو ٿو اُڀري اُٿي جنهنکي آنند ٿا چون. ايها اُهو خوشي آهي جا جسم جي جڪڙن کان آزادي حاصل ڪري اسم جي اُتانهن تان ٿي اونهائن ۾ ٿي وڃي آرامي ٿئي. انهي خوشي ۾ ايڪتا جي احساس جو آنند آهي، تنهن ۾ نه صرف حسن جو هڳاءُ ٿو معطر ڪري مگر دل دماغ کي اها ته روشني ٿي ملي پوي جو اکه لکي سگهي ٿي سند س مندي. پوءِ ته ڪمير وانگيان پيو اهو روشن روح چو لدو " هِن جسم ۾ آهي جنت جو باغ، ان ۾

آهن ست سمنڊ، نو لک تارا ۽ انهين ۾ ئي آ هـي اظهار قادر جو ظاهر ظهور."

دادو وري جسم ڪـي جانبَ جو گـر نمٽ ڪري ٿو سمجهي ۽ ائين ٿو معلوم ڪري ته ٻرين جـو پيغام ڪيسِ اِڻان ئي ٿو حاصل ٿئي.

شاعر مڪانيءَ محبت مان لا مڪاني ڏانهن ٿو اڏاري ڪائي مگر لامڪان مڪاني محبت ٿو اپائي. انهيءَ راند ۾ ڪيس لطيف لطف ٿو ليندو رهي. اسان صرف قالب ۽ روپ جي رَسَ ۽ چَسَ ۾ ڇهتيل رَهي نه ٿا سگهون. انهن مـان مٿي اڏرڻ ۾ ئي سندس راز جو رستو آهي." هو آزاد آهي تڏهين ته هو پنڌن ۾ ئي راندڀون رمندو ٿو رهي. اسان جڪڙيل آهيون تڏهين ته اسانکي آنند آزاديءَ ۾ ٿو معلوم ٿئي. ڏڪه اسانکي انهيءَ ڪري ٿو ٿئي جو ايها راهه ۽ واهه اسانکي سمجهڻ ۾ اچي ڪـي نٿي. راڳي پنهنجي خوشيءَ مان ٽارَ ڏانهن ٿو ترپ وجهي مگر پڌلڊڙ سرَ ٽارَ مان خوشيءَ ڏانهن ٿو سرڪندو رهي. هڪ آزاديءَ مان اچي ٿو جَڪَڙ ۾ جڪڙجي، ٻيو جڪڙ مـان آزاد ٿيڻ جـا وَسَ وسيلا ٿو هلائي. هو ڳائي ٿو ۽ اسين ٻڌون ٿا. هو ڳائيندي ڳنڍيون ڏيندو ٿو رهي ۽ اسين ٻڌندي اهي ڇوڙيندا ٿا رهون." سنڌ جو لطيف ته لات وري هنرت ٿو لعوبن:—

جاهڙَ اندر جيءَ، ساهڙَ ڏني ساهه کيءِ

ساهڙَ ڇڙي نہ ساهہَ جي، ساهڙ، ساهڙ ريءَ؛
ساهڙَ ميڙ سهيعَ! تہ ساهڙَ ڇڙي ساهہ جي.

شاعر تہ جهت جهتيندو ٿو رهي. وِس جي واءُ تي جي نہ لهرون لڳنديون تيون رهن اهي اوير خواه اولهہ ۾، اُتر خواه ڏکڻ ۾، ئي شاعر جي دل تي پنهنجو اثر پيدا ڪنديون تيون رهن. عقل جي جاء نہ آهي جو جوڙ جوڙي سگهي اهڙي سهڻي جهڙي هوند حسن جي حلن مان نڪري اکري اڇي اُفق اُت. ڪٿي ايهو نقشو ٿو ٺرندو رهي؛ نهي اهو قدرت جي ڪَل جو ڦيرو آهي. گهَرت ڪيچ بہ ڪرڻ ۾ ڪامياب نٿي ٿي سگهي. نہ وري ڪو ڳنڍيون ڇهنڊڙن سان ئي تيون ڇڙن. سامي شڪارهور جو اَمر ڪوي پنهنجيءَساديءَ سوديءَ گفتار ۾ هنريت ٿو للڪاري؛ هَڪَلَ ڏئي ٿو هنڌڪائي.

هرهر هَٿ نہ پاء، هيءَ ڳنڍ ڇهنديءَ نہ ڇڙي،
شيوا، هَٿ سمرڻ جي، ڪنهنجي چلي نہ جاء،
سياڻپ جا سامي چئي، هنر ڪيمَ هلاء،
هَن وَرَ منجهائي ماء، ڪوڙين وڌا ڪيترا.

# شاعر درويش

شاعر صرف ٻوليءَ ۽ خيال جو لحاظ رکندو رهندو مگر درويش ته سدا سهڻي جي سونهن جو سڪايل آهي. ديدار جو ڪائل ٿي ٻيو جهان ڀائيندو ۽ تصويرون پاسيرڙيون، سڏيون سڻيون ٻيو پسندو. نيڻن جا نظارا وسڪارا ورهه جا جي اُنس ڪندا تن جي رنگ سان ٻيو رانديون ڪندو. درويش اول دَرَ جو سوالي آهي ۽ پوءِ اَحوالي آهي. آلاپ ٿو آلاپي جو هو هوت کي حاضر سمجهي پنهنجي اندرَ جو اوراڻو ٿو اوتي. مجاهد محبت جا جهاڳ اجهاڳ جهاڳيندا ٿا رهن ۽ الهامنءَ اکيڙ ۾ سندن سيني ۾ سيلاب تي ڪيڙ ڪيڙ بي ٿي رهي جا لهي ٿي لاب لنوواري. سونهن سڄڻ جي سوز ٿي اُپرائي. عشق وري ٿو ڪن جو ڪم ڪري اُٿاهيءَ آڳِ کي ٿو اُسرائي. سونهن عشق ۾ به عجيب آهي. سونهن جو عشق وري عشق جي سونهن کي ٿو جاڳائي؛ ائين ٻئي هڪ ٻئي سان ڳل ڳل سان ملائي مَڌُر مَڌُر گيت ٿا ڳائن.

درويش جو درد سندس زندگي جو فرد آهي. ايهو هنجي اُڏاريءَ جو ڪارڻ آهي. ڪڏهن وانگر هو آسمان ۾ اُڏريو پوي. زمين تي پير رکندي چاشني چکيندي هو محبت ۾ مست ٿيو پوي. ايها مستي ايتري ته سندس اندر ۾ گاجِ ٿي ڪري جو گجگوڙ ڪندڙ ڪڪرن وانگر ٻهاڙن

سان ڏڪري وسي ٿي ۽ ٿي وسڪاري جي صورت ۾. شاعر درويش ته ذرّ دنيا جي هر چيز کي ڪري ٿو سمجهي جو ڪيئن محبت ايهو سبق سيکاريو آهي ته تن ۾ هڪڙو طبقو آهي، منڊر آهي، محل آهي محبوب جو.

هو جو جو رنگ ٻيو ڏسندو تنهن ۾ ڪيئن ٻينگ ٻولڻ جو ٻيو معلوم ٿيندو. اُهو ڪيئن رستي جي ۽ ٿيء وانگيان ٻيو سڌي راهه ڏيکاريندو. لهرن لکه لباس، ٻاٽي ٻسڻ هيڪڙو. عشق کي اکيون آهن عجيب جون. هو اُنهن سان "هو" ڏٺون ڏسن ٻسن ۽ هر راهه مان اُنکي ٿيون رسن. جان جان هو جيڙرو آهي ته ورچي نه ٿو ويهي، سڪي سڪي وڃي ٿو ٻيهي سڄڻ جي ذرِ. مگر جي زندگيء ۾ و يساند لٿو وٺي ته مٺي ميهار ڏاران ڪهڙي ڪنارِ هاڪاريندو؟ ڀلا شاه جي اکين ۾ اوت هئي عشق جي اسرار جي. انهيء اسرار جو اقرار آهي اصل ڪان عجيب سان. واٽ و ٺيون ٿي ويو. سندس اکين ۾ عڪس ٻيو "عورت" جو جنهنکي سهاڳڻيء جا سينگار ٿي ڪرايا ويا. فقير جي دلِ ۾ ڏهه ڏهه ٿيڻ لڳي. اکين ۾ اميد جاڳڻ لڳي. هو نڊ مان ٻه منڍ جيان آدي ٻتار ٻنهنجي جي ٻرِ ونڻ لائق ٿي سگهان. ٻوڙهيء ٻيرو ٿي هن کي چيائين "ري امڙ اَڄ اوطاقي ٿيندم ورِ ڪهڙ ٿر ٿيندم روشن ٻلائي ڪري مونکي ٻه اُن لائق ٻماء. ايهو لائق ڪر. ٻيڙيء ڪلي ننهه ڪي ٻا سي ڪري و يٺي

ٻلي جي سينڌ ڳنڍڻ. جڏهين نہ هن ڳل ڦل چوليءَ ۾ وجهي
ڇهرو سندس چمڪايو تہ فقير ٻنهي ٻنڌيندو دڳ ونندو ويو.
ٻہ ٻهر رات جا مَسَ گذريا تہ مائيءَ جو اچي دَرُ ورتائين، ڇي
جيڏي جنيون ٿو ڪري جُت منهنجو. ڇوڙ وار. هو ٻيو
چوي "مون کي آهي حق صرف تو کي سينگار ڪرائڻ جو".

مُڇاڻ تہ مائيءَ سان بہ سندس مڙس معاملو سمجهي
ويٺو هو. درويش جي دل ڪائنات جي اپائيندڙ سان
ڳنڍيل ٿئي، رهي تڏهن تہ مالڪهي ٿي وس جو منجهہ ٿي
لهي. وري جي لات لنوڻ جي ذات کيس عطا ٿي ٿي ٻڌي
تہ هوءَ بي خوديءَ ۾ پنهنجيءَ مستيءَ جو ڇوہ ڇلايو ٿي ڇڏي.
اها خاصيت عام طرح اوير وارن ۾ گهٽ ڏسي ظاهر
ٿيندي آهي. شاعر درويش اويرن ۾ بہ سري وانگر خالو
ٿي عشق جي ٻلت جذب ڪري مسدرتا جي شڪل ۾
ڏيندو ٿو رهي. اديب عزت جو لائق آهي. اَدَب جي
اديب ۾ آهي تہ منجهس مٺيا آهي محبوب جي. شاعر
صرف اديب نہ آهي هو اچا ڪچ ڪثر ڪٽيندڙ آهي. هو
روشن روح آهي جو پنهنجي محبوب جي جوڙ ٻسي سندس
روح جي چاشنيءَ جو چسڪو چکي ٻسي سڌ ٿيو وڃي.
شمس تبريز کان سوال ڪيائون "الايا شمس تبريزي چرا
مستي در ين عالم؟ تہ هن جواب ڏنو "کہ جز مستي و مد-
هوشي دگر چيزي نمي دانم." شمس تبريز کان پڇو ويو

"اي شمس تبريز هن عالم ۾ ايڏي مستي ڇا لاءِ ٿو ڏيکارين.
هن جواب ڏنو ته مستي ۽ مدهوشي ڪانسواءِ مونکي ٻيو
ڪجهه معلوم ئي ڪينهي. اهڙن درويشن جي زبان کي
رواني ازخود اچي ٿي جائگير ٿئي. يار رنگ ڏسي هسي ڇپ
ٽيڙيندو، ٻول ٻڌي ڪڏ ڪيون ڏيندو. ايهي ٻه ئي لفظ
شعر آهن. يار جي دل اهڙن جيسين هن زمين جو ان نه چکيو
آهي ته الله سان ڳنڍيل آهي. هنجو گهمڻ به نازوارو، ساز
وارو آهي. هو به درويش جي هڪڙي صورت آهي. اُن ۾
به وزن آهي، ماپ آهي، اڏاري آهي، رنگ آهي، راز آهي،
ساز آهي. لفظن کي جي پنهنجو رنگ، آهي ته يار جي مات واري
مٺڪ کي ونگ وترو آهي. ڪڪڙ ڪارا ٻسي ڪو ڪين
عورت جي ڪارڻ اکين جي پيٽ ڏيندو. سعدن قوت ۾
قرب جي ڪٺي ٻيو ٻسعدو، مگر ٻيکس جهڙو ته انهن جي
چمڪ ۽ چمڪ پريندي ٻسندي ازخود ٻيو چولدو واهه
الله جو نور آهي. سڀ حسن ۾ آهي جوڙجڪ جو راڳ،
ان ۾ آهي وزن، جو ساري آسمان جي ستارن کي ري ٿنبي
ٽوٽي جهليو بيٺو آهي. ايهو وزن جو معجزو آهي جو هو
ڪڪڙن جي سطح تي رقص ڪندا ٿا رهن ۽ صاف نيلي
گنبز تي گول چڪليون ڏيندا گيت ڳائن ڪندا ٿا رهن.
عمر خيام کي ستارن جي سولهن ۽ سرگرمين عشق جو اسرار
ٻتايو. حافظ کي مي خاني جي مستيءَ ٻڌايو ڳجهه ان
محبوب جي محل جو جنهن جي حسن مٿان هو ٻئي جهان

قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. اهو ته هو حساب ڏسڻ جو!

"حسابن جي حساب ۾ نه صرف ماپ، تور تڪ جو منطق آهي مگر انهيءَ ۾ سلوڪ جو جادو به آهي. ڪائنات جي دل ۾ آهي حسابن جو حساب. تال ئي آهي جو ائٽم کي چوري هلائي ٿو جدا جدا ماپن ۾ بنائي ٿو سون ۽ سيهو، گل ۽ خار، سج ۽ ٻيا آڪاسي گولا. ايهي انگن جي رقص جا قدم آهن. وقت ۽ وٿاڻ جي وٿن ۾ ايهي مايا جي اُٿمڻ اُٿندا ٿا رهن ڏيکه جا نمونا. دائمي بدل سدل جي وهڪ ته هميشه هلندي ٿي هلي ۽ وري ڪين ۾ ڪڏيوٿي ٻوي. ايهو تال ئي آهي جو ٻنهنجي جهڳ سان آڪار ۾ ٿو آڻي جيڪي ڪي صورت داران آهي ۽ جيڪي حواسن جي ڇهه ڪان ٻر ڪندڙ آهي تنهنکي هستي ڏئي هڪڙ ۾ ٿو تاڻي. ڪائنات جي هيءَ ڪلا آهي. ڪلا آهي جاساهت ۾ انجوئي جادو به آهي تال ٿي."

ٻولي جو حساب آهي گرامر تي ٻڌل. گرامر ٻوليءَ جو جي ٻانهو آهي ته وزن به خدائي شعر جو خزانو آهي. نثر لکندڙ اڪثر جي ٻيهڪ جو خوض ٻيو ٻچائيندو ۽ مگر درويش ٻهنجي خيالن کي خدا جي گهر ڏانهن ٻنگ، وانگيان ٻيو اڏائيندو. اتان اهي رنگ، ۽ ٻنگ حاصل ڪري آبشار جيان چڪي هلندا. ٻولي خيال لاءِ پوشاڪ آهي. انهي زيب کي ڏسي، ڏاٽ جي نڪاو کي ٻسي جي چٽهو ته انسان ليڪڪ جي روح کي رسي چڪا آهيون ته اندازو اندازين تهن جو ته ڪين ڪيو سين! ائين آهي ته ادب جي نقط

نگاهہ ڪان ٻوليءَ کي نہ وزن ۾ آڻيو مگر درويش جي گفتني ۾ جس جمال جو ڪو هوندو ئي ڪين. معصوم دل ٻالڪ وانگيان ٻڌي ٻوليندي ۽ ڪوليندي زندگيءَ جا اهي ڇهما جن جو ٻاٽي دل، من ۽ روح کي ٿيو راحت ڏيندو. تصوير ڏسبي تہ انهي ٻهڪ، رنگت، اُس ڇانو جي وچ ۽ آڪار جي اپار، موڙ جهوڙ جو خيال رکبو. ڪلاڪار جي ڪاريگري ان مان ٻڌي بکندي جو تصوير ۾ زندگي اوتي اُنکي زنده ڪري ڇڏيندو. اهڙي ڪلاڪار جي ڪلاڪٽيا واري ٻڌي معلوم ٿيندي ۽ حسن جي هبڪار ٻڌي ڏيندي. ساڳيءَ ريت شاعر درويش جو ڪلام سلام ڪندو ڪ ۽ سوز مان ساجن جي سونهن کي. ان ۾ مايہ دار جيوت جي جهلڪ هوندي جنهن جي ڦلڪ ۽ چلڪ ڇاتيءَ ۾ ڇپي ويندي. درويش ۾ درد ضرور ڌو دکندو رهي. انهيءَ درد جي دولهيءَ مان جي ڇٽڪون ٿيون اڏامن تن کي هو اوسيڙن جي آهن سان اپاري باه جي صورت ڌو وٺائي ٿو ۽ عشق ڪٺي ڌو ڪين اڏائي ۽ ڪڏائي آوازَ تي. ڪي وري اهڙا بہ ٿيا آهن جن جي محبت سندن زندگيءَ جي وهڪ ۾ گهريو ٿي وڃي ۽ اهڙن الله لوڪن جي جيوت هڪ شعر ٿيو پوي. محبت ڪڏهين مَرڻ ۽ مرڻ جي ڪانهي. هڪ واري دل بيدار ٿي تہ بيقراري سندس قرار ٿي پوندي ۽ هو اول واريءَ اقراري کي قيام ڏيڻ ۾ قدم قدم تي ڏم سان ٿيو سات

ڏيندو. مثال ته گهٽيءَ ملندا. ميران لنڊي ئي ماءُ کان اهو
پڌو ته سندس گهوٽ گرڌر آهي ته هُن کٽي ڳنڍ ٻڌي.
ساري حياتي جو عرصو هن اُن سان ئي گهارڻ ۽ گذارڻ
۾ لنگهيو. مٿس مصيبتون نازل ٿيون ته به انگ ازل جو
ڏڙکڻ ۽ کڙکڻ ڪري ڪمزور ٿي نه سگهيو. راماڻ
۾ شبريءَ ڀيلڻي جو مثال ٿو اچي. انتظاريءَ ۽ اويستڙيءَ ۾
ويچاري جو وقت ويو گذرندو. صبح جو اکيون رام
جي اچڻ ۾ هُن اياڻيون. سندس جيوت جي شام اچي
مٿانس ڪرڪي ته به هوءَ نه ٿرڪي يا ڇرڪي. اهڙي جيوت
به مشرق جي خيال مثالدر درويش شاعر جي جيوت آهي.
اوير جي سچاڳ دايئن دماغ جي جهلڪ يا راڳ جي اُڇل ۽
اُتَلَ جي فلڪ کي، اهڙي اهميت نه ٿي ڏني آهي جهڙو ڪ
انهي روح کي. ڪلام ۾ به ڪرامات آهي مگر ڪرشمو ڪلام
۾ تڏهين ٿو ڪٽي ڪڍي ظاهر ٿي جڏهين نه ناهڻ کان
به اڳري "ٿيڻ" جي ٿوڪ منجهس موجود ٿـي هجي.
ناهڻ جي هنر ۾ جي سفيدي آهي ته سونهن ۽ سڳنڌ جيوت
جي جوت ۾ آهي. راڳ جي ٻوري سرُ تار ۾ جي راڳيندڙ جي
روح جي سرهاڻ ڪينهين تـه اهو راڳ ٻڌندڙ لاءِ ۽ ڀاڳ
ٻڌندڙن جي ٻڌيءَ ۾ اولي سگهندوئي ڪين. موتي کهڙو
به گول سفيد هجي پر جي پاڻي اٿس ئي ڪونه ته املهه ٿي
نه سگهندو. جڏهين نه راڳي تياڳ تن جي تنبوري ۾ هلائي
راڳ ۾ ڏک جي ڳوڙهن جو پاڻي ملائي حاڪم جي حضور

۾ تي راڳ ڳائي تڏهين هو ساري سرشتي جي تار هوند سگهي هلائي .

لفظن ۾ للڪار آهي . ڪَنَ ڪي رَسِ مٺن گهِگهرن جي آوازن مان ملي سگهندو، مگر جيوت جو جَس مايه دار راڳن مان حاصل ٿي سگهندو . اگهيءَ دِلِ کي سگهو ۽ سرهو آهــو سرود، عود جي سرهاڻ سان ڪري سگهندو جنهن راڳيءَ جي روحَ ۾ رانول جو رنگ هوندو ۽ ساوڻ سندو هوندو سارنگ ! ڪاويہ ڪراماتَ واري اُها جا مٺل دِلِ کي جان بخشي وري کيس زنده رهڻ جو ذوق ڏئي سگهي. اهڙيءَ ريت شاعر جي شوق جو شعاع ۽ شعلو سندس شڪل مان جهلڪا ڏيندو ٿو رهي . راڳ سندس رڳن ۾ رومان جـــي رانند کيڏندو، لڪ چپ سان رقص ڪندو، رستو ڏيندو ونندو ٿو رهي . ايها اَمَر رومانَ درويش صبوح ڪان سانجهي تائين پنهنجي مَنَ جي مانجهيءَ سان رمندو، هر حال هيٺ نهال رهندو، اُهي رسيلا راڳ ٿو رِلائي پنهنجي زندگيءَ ۾ جو اُها روشني ڏيندي مست ٿيندي پهاڙن تان اچا نڪون ماريندي ويرانيءَ ۾ وسڻي بنائي هلائي ٿي حسن جـــي حڪومت. ”در دوندان دي بني تني، پارڻ والي ٿولي“ هِڪ اهڙو شاعر درويش چوي ٿو ” مان نظر ريءَ ڏٺو آهي نورمحل جي ناٽ کي ؛ امرت چکيو اٿم؛ حقيقت جو ميلُ ٿيو اٿم ۽ ان مان آنند حاصل ڪيو اٿم ۽ سرڳ جـــي گلن جي سرهاڻ سنگهي اٿم.“ ڪبير دراصل هڪڙو شاعر ۽ درويش

راڳي هو. تال ۽ سُر هنلاءِ سڀ ۽ سونهن جا وستر هوا. هو ور ور ڪري ٿو چوي ته ڪائنات راڳ سان ڀر آهي. اِهاته صرف راڳُ ئي آهي. وِسن جي دل ۾ سفيد راڳ گُلَ ڪندو ٿو رهي. عشق مدرتا اٿندو ٿو رهي ۽ تيا ڳ وقت سان سرملائيندو ڪيس ٿولهي. ايهو فرش تي پڌي سگهبو ۽ عرش تي ڀوڻ جهٽي سگهبو. عام رواجي آدمن جي ڪنن ۾ اِهو گهري ويندو ۽ وئراڳن جي ورزش هيٺ آيل پڌرڻ جا حواس اُنکي جهٽي سگهندا. هر ڪنهن انسان جو تن هڪڙو تنبورو آهي جنهن تي محبوب جو هٿ هلندو ستارن کي ڇيڙيندو ٿو رهي. محبت ۽ وئراڳ، بندن ۽ آزادي، ڏکه ۽ سکه، فقيري سان روح تي راند ڪندا ٿا رهن. انهن جي ويڙهه مان وس ۾ راڳ ٿو پيدا ٿئي. آڪاسي گولا به راڳ ڳائيندا ٿا رهن. مطلب ته راس ليلا راڳن جي، رتن جي، ستارن جي ۽ ڪتن جي هلندي ٿي رهي. اُساڪ جا نه اُپرلدي ۽ لهندي ٿي رهي، الهي ۽ مان نه اُسري ٿو راڳ. انهين لاءِ ساميءَ ٿو چوي.

منجهين تن تنوار، وڃي ويل سيڪنهن؛
چنگ تنبورا ڪيترا، سامي ساز آپار؛
اٿئي پهر اندر ۾، سامي پرين پچار؛
ڪنهن ڪنهن مڱڻهار، سوجهي هڻ سرود جي؛

جڏهين نه اهڙي سڄاڳي ٿئي جو سمڪ ٿئي سرود جي؛
مگر درويش جنهنجي ديد دلبر ۾ ڪتل ٿي رهي سو ته رومان

جي رَسَ ۽ چَسَ کي اکين ۾ چکندو ٿو رهي چاشني ان مينهن جي بوندن جي، جو ٻنا ٻادل وسندو ٿو رهي؛ پوءِ ته اهڙو انسان جنهنجو نشان آهي ئي نور تي سو سدا پرپورچو نه ٿيندو راڳ سان. هو ته جتن ري ۽ ڳائيندو رهندو.

ڳاوي راڳ ملار ٿو جاڳي پاڻ جتن ري؛
سران سڀ راڳن جون ٿيون تنهن ۾ کن تنوان؛
بوند پرمي رم جهمي، سو کم نرمل ڌار؛
ٻلي سڀ سنيار، سامي تنهن سرود ۾.

هو پڌي ٿو، پڌائي ٿو پا وري پکي ۽ وانگيان ڳائي ٿو پنهنجو پاڻ. هن جي ڳالهه ڳنڊيل آهي پا هوءَ ويڙهيل آهي جو جيئن مولانا روم ٿو چوي "هوءَ پکاري تي." انهي ۽ جو ئي ترجمو شاه پنهنجي لطيف لاءِ ۾ هنر ڪيو آهي. "ويڙهيل ٿي ويون ڪري، ڪُنل ڪوڪاري."

( II )

راماڻ ۾ اهڙي قسم جون وايون آهن ويڙهيل جون. دسرت جي زندگي ۾ رومان آهي. نوجوان شهزادي کي آه شوق شڪار جو؛ اڳهه سندس هڪڙو تير نوجوان جي دل ۾ گهري ٿو وڃي. دسرت جو ٻر جهنگ ۾ پڌي سمجهو ته ايها هرڻ جي پچ ڌڪ هوندي. شرون ڪمار پالڪ جو نالو هو. هو پنهنجن اکين سڄڻ ماءُ پيءُ کي تيرٿ ڪرائڻ لاءِ نوڪرن ۾ ويهاري ڪانوائي ڪلهن تي رکي کڻيو ٿي

ويو ته رستي تي ايهو اتفاق ٿيو. جڏهن ته شڪاري دسرٿ
جي تير جو شڪار ٿي چڪو، مگر هنجي ماتا پتا جو سراپ
دسرٿ سان وڌندو رهيو. دسرٿ کان پوءِ ڪيڪئي راڻيءَ
پنهنجي جنگ ۾ ڪيل خدمت جي عيوض ٻن وچنن جي پورائي
گهري. انهن جي پوري ۾ شري رام رنڌڪ هو. پٽ پيءُ
جي وچن جي پالنا لاءِ سڌيءَ طرح حڪم نه مڃيندي به پاڻ
راڄ گديءَ جو تياڳ ڪري بنواس قبوليو. هڪ طرف
آهي پٽ جي شاهاڻي دل جي ويرتا، جا پتا جي گهري
همت ڌاران اپري نه سگهي ها. ڪهڙو نه سونهن وارو ميل
والميڪ اکين ۾ رکي ڪوتا جو مينار کڙو ڪيو آهي. ٻي پاسي
آهي ڏک، سک جو تياڳ، همت ۽ فرض جي لڙائي، حق ۽ ڌرم جي
يڌ، ڀائٽي جو سنيهه، پيءُ جي فرمانبرداري. ايهي مڙئي
گهرو زندگي جون تصويرون ڪمال ڪاريگريءَ سان ڏاکوءَ ن،
مگر درويش والميڪي کڻي چٽيون آهن جو اڄ ڏينهن تائين به اهي،
هزارن دلين جو آنند ٿينديون پيون آهن.

پنج هزار ورهه گذري ويا آهن ته به مهاڀارت جهڙي ويڙ
رس واري ڪوتا اڄ به، لکين انسانن کي رس ۽ چس ڏيندي به
ڪين جس جو گس ڏيکاريندي پئي رهي آهي. ڌرم ۽ ڪرم
جي اقطن کي چڙي، ٽولڙي مثالن کي اکين اڳيان رکندي
چٽي سگهيو ته اداڪار انهيءَ مهان جنگ واري ڪيتر جا اعليٰ
۽ سچا بهادر پورو لائق ٿي پيدا ڪيا ويا آهن. لڙائيءَ
جي ميدان تي ارجن جي مونجهه دور ڪرڻ لاءِ جيڪا فيلسوفي

سري ڪرشن ڀڳوت گيتا ۾ ڏنل آهي انهن ته دنيا جي فيلسوفن جي دلين جو داد حاصل ڪيو آهي. اها به ڪوتا آهي جنهن ۾ هِڪ آدرا جو پرم آتما کي حاصل ڪرڻ جو حيلو ۽ وسيلو رسيلي ۽ پرمٺيڪ ريت اظهار ڪيو ويو آهي. ارجن جي جيون ساٿڻ دروپدي به شاعر جي ڪماليت جو خاڪو آهي. هڪڙي عورت ڪئن نه ڪورون جي راڄ دربار ۾ پنهنجو سَت بچائڻ لاءِ پنهنجي سري ڪرشن کي مدد لاءِ پڪاري پنهنجي لاڄ ٿي بچائي. جيئن سيتا پيروي ڪرڻ جهڙي پتني ٿي ڪري پنهنجي خاوند رام جي پريم ۾ رهندي بنِ ڪاٽيندي، راوڻ جا ڏرڪا داب سهندي سَت قائم ٿي رکي ته دروپدي به پنهنجو مَت پاڻ آهي. پنهنجي ڪوين ۾ سچ جو سوجهرو هو، سِڪ هئي، جنهن ڪري هو سور ويرتا جو سندر خاڪو چٽي سگهيا آهن.

ڪاليداس جا ناٽڪ جڳ ۾ ناميارا آهن. انِ ۾ ته شڪونتلا ۽ وڪرم اُروسي روماني ڪيل آهن جن ۾ دوچوڙي پريم جي چِڪ تاڻ، لاهه چاڙهه، اهڙي ۽ نفيسائي، لطافت، نرمائي ۽ ميناج سان بيان ڪئي وئي آهي جو انهن پيو سمجهجي ته ايهو اداڪاريءَ جو ڪم دِل جي اسٽيج تي ٿيندو ٿو رهي. ڪن ڪوين جو رايو آهي تہ ڪاليداس جو شڪونتلا شيڪسپيئر جي ناٽڪن کان ڪنهن ڪنئون ٿو وڃي. شيڪسپيئر ۾ دليوي سياڻپ ۽ سادگي جهجهي آهي مگر منجهس مايه دار مشاهدو ڪو نهي. هنن کي آزمودا آهن مگر هن ۾ انهيءَ

ڪا لهي. هُن حياتيءَ جو چشمو ڏٺو هوندو مگر آبِ حيات
جي چڪ هُن چکي نه هوندي. هنجون روپڪائون اداڪاريءَ
جي فن ۾ ڪٿي ماهر هجن مگر شڪونتلا يا اُروسيءَ جهڙي
حقيقت جاڻندڙ عورت وٽس ڪٿي آهي. هو درويش نه آهي
جو سندس ديد دابرِ جي ديد ۾ ڪتل هجي. هو اعليٰ شاعر
آهي. اولهه جو شاعِر آهي. ائين ته ڪينهين جو سيني اولهه
جي شاعرن جي شعر ۾ نمڪ نوراني ڪينهين. واٽس بليڪ،
ٽينيسن، ورڊسورٿ، شيلي ۽ ڪِن ٻين ۾ جهلڪون جمال
جون ملن ٿيون. مجلسون ۽ محفلون آهن، کهاڻيون ۽ قصا
آهن مگر انهن مجلسن جو مير ڪٿي؟ لفظن جي الڪار لٽڪ
۽ چٽڪ آهي. لٽڪو آهي، چٽڪو آهي مگر انهن جو
چِٽ چِٽ تي ٻهي مشڪل ٿو. حياتي اُها جا جدا جدا رنگن ۽ روپن ۾،
لهندڙ چڙهندڙ ٻهردن ۾ ڀسي سگهي نوراني نظارو. ڪِل وارا
کيلَ نه ڪو ڀيلَ تي ٻلبل يا ٻِتڪيل اداڪارن جي ادائيءَ
جا نقشا آهن ۽ نه، وري اُهي ناٽڪ جن جو آخرين قاٽڪ
موت جو دروازو آهي سي ڪو اونداهه ۾ ٿالهيو وڃن يا وٺيو
وڃن. ايهي مڙيئي آهِن زندگيءَ جي سفرجا پهلو، مگر زندگي
ته هڪڙي آهي. ويس وڳا پهري اداڪار روپ ڪٿي بدلائي ٿو
مگر انسان ته اهو هڪڙو آهي نه: دماغ شايد ايها حقيقت
سمجهي نه سگهي مگر روحاني روشني جي رونق هيمت سچ
ڪچ ظاهر ٿي ٿــو پئي. هڪمليت جهڙو اعليٰ ناٽڪ ڪٿي
پڙهيو ته صرف ٻروليون؛ موت بعد ڇا ٿيندو اُن بابت ويچار

۽ اڌوماڻ، عورت بابت ٺٺڪارون ۽ آخر ۾ مردن جا پيرَ. شڪونتلا هڪڙي اعليٰ روح جي اولاد، ٻن ديوين جا ڪڏهين ٻوٽن کي پاڻي ڏيڻ کان اڳ نہ کائي ٿي ۽ نہ پيئي ٿي تنهنجي ٿَن ۾ وير دشنت راجا جاڳير ٿي ٿو وڃي. هو سنياسن جي ڪوٽ تي ڪو ڪال اُهي تو گذاري جو فقيرن کي آسرو ستائن ٿا. اِهو هڪ موقع دشنت کي دل وٽان مليو ٿو وڃي. شڪونتلا ۽ شهزادي جي شادي گنڌرو ٿا ڪرائن. راجا منڊي ديهاتي طور ڇڏي ٿو وڃي. شڪنتلا جي وڃڻ جو وقت اَچي ٿو پهتو آهي. هوءَ سهيلين سان تيار ٿي هلي ٿي. هلڻ کان اڳ هڪ هڪ وڻ کي وداع ٿي ڪري. جهنگ جي هرڻن، پکين کان موڪلائي ٿي. ننڍي ٻار کندي پاڻي پرينديءَ سندس منڊي کسڪي ٿي وڃي. دشنت وٽ جڏهين هوءَ اچي ٿي پهچي تہ هو اُن کي قبول ڪرڻ کان ڪيٻائي ٿو. يادگيري منڊي وڃندي ٿي رهي. منڊي تہ هن وٽ آهي ڪانہ جو ثابتي پيش ڪري سگهي. مٿئڪا هن جي ماتا کيس کڻي ٿي وڃي. هنڪي وير پٽر پيدا ٿو ٿئي جو ننڍي ئي شينهن جي وات ۾ هٿ وجهي ۽ ساڻن راند ڪري. قدرت جو قرب، شڪونتلا جو مصيبتن هيٺ ماٺ ۾ هڻڻ ۽ سور سهڻ انهيءَ ئي آسري تہ نيٺ سندس سهاڳ کيس سڃاڻندو ۽ انهيءَ عرصي ۾ وس جو والي سندس ساهتا ڪندو. هر حالت هيٺ آسرو صرف سائين تي شاعر درويش جو ٿئي ٿو. اِيهو شڪونتلا جو ناٽڪ هو، جنهن گئٽي جرمنيءَ جي

مهانِ ڪوي کي به مست ڪري ڇڏيو. هو چوي ٿو.
”اوهان جي ائين خواهش ٿا ڪيو ته نوبهار گُلَ ڦٽندا ڦالندا ۽
مرڻ جو ممور جهليندا رهن؛ جي اوهان جي مرضي آهي ته
روح جن به نظارن تي ريجهي رڄ ٿو ڪري؛ ايها به آس جي
اُپري ٿي اوهان جي اندر ۾ ته زمين ۽ جنت هڪ ئي ڳالهي
۾ سمائجي وڃن ته مان ايهو شڪونتلا ڇڏي چپ ٿو ڪريان
جو انهي ئي سڀ ڪجھ سمائجي ٿو وڃي“ وِڪرم اُروسي هِن
درويش جو بيو ناٽڪ آهي. اُروسي اَپسرا آهي. وڪرم راجا.
ايهو ناٽڪ پنج ايڪٽ جو قصو آهي مگر ودوان ان ۾ وکيان کي
حصو ڏنو آهي. وڪرم سوريه آهي. اپسرائون پاڻ جي جوڙ جو
لتيجو آهن ۽ سج کين چڪي وٺندو آهي. ناٽڪ جو شعر
کو وراپي ٿو ٿاني قبول ڪري سگهي. جڏهين سج آسمان
۾ صاف ظاهر ٿيندو آهي ته اُروسيءَ مان ايلا ڪوهيڙو
روشنيءَ ڪري گم ٿي ويندو آهي. ايها آڪاڻي هڪ ويد
لوڪ ڪهاڻي تي ٻڌل آهي. وڪرم هڪڙو راجا آهي ۽
اروسي سرڳ جي اُپسرا آهي. وڪرم اروسيءَ جي پريم
۾ ٻڌجي ٿو وڃي. اُروسي سندس اُڪير جو آدر ڪندي
کيس ڇڏي ٿي ته جي ڪنهن به وقت هنجي نظر سندس لعکي
يا اگهاڙي ڪيل بدن تي پئي ته کيس نيڪالي ڏني ويندي.
ڪاليداس هن ڪاويه ۾ ڪمال ڪيو آهي جو وکيان جو
تَت هن هڪ لوڪ ڪهاڻيءَ ۾ اهڙيءَ ته لطافت ۽ فصاحت
سان ڪٿي پيش ڪيو آهي جو دنيا جي ناٽڪن ۾ انکي

اعليٰ درجو ڏنو تو وڃي. قدرت ۾ قادر ڏسي اُنجي محبت جي ليلا اهڙي ته اعليٰ نموني ۾ پيش ڪئي وئي آهي جو ڪاليداسَ کي قدرت جو ڪوي به ڪري ڪوٺجي. انگريزي شاعر ورڊ سورٿ گُلَ ڏسندو، غريب ڳوٺاڻيون ڇوڪريون پسندو ته اُتلي پوندو. معصوميت ڏسي هو ڦسي پوندو ۽ راڳ جي ڌارا معجهانس ڦٽي هلندي. هو انسان جو به شاعر آهي؛ مگر هو حسن جي حقيقت سمجهائڻ جي خوشيءَ ۾ ٻاڻ خالي ڪيو ڇڏي. سندس رنگ ۽ ڍنگ وعظ جي ويڪر ۾ ويران ٿيو وڃن. شاعر جو شان آهي ئي سندس سوجهري ۾ ۽ نه سندس اخلاق جي امتحان ۾. ملٽن پيو انگريزي ڪوي انڌ جي آنند ۾ اُڏامندو وڃي. سندس ديدار اکين جي آرَ ۾ الڪيو پوي. سرگِ جي سرودن سان هو هڪ ٿيو پوي. وليم بليڪ جيڪي پسندو هو سو اکين ۾ آڻيندو هو. ڪيٽس حسن جو درشن ڏيندو هو. چوندو هو ته جيڪي منهنجي اکين اڳيان ڦرهي تي لکيل آهي اُنجو اوزار صرف منهنجو قلم ٿو ٿئي. هو روح جو راز محرم آهي.

رامائڻ والميڪيءَ واري ودوانن پڙهي سگهندا، مگر ڀڳت تلسيداسَ جي هندي رامائڻ هزارن جا ٻَرَ لکن جي دلين کي آنند ڀڃي ڏنو آهي. اُها به درويش جي درشن جو چِترآهي. ائين آهي ته رام جي جيونيءَ جا نقطا ته هو ٿيري نه سگهيو آهي مگر سندس سلوڻي بولي، سادي لولي، لنوجي للڪار ۽ جهڻڪار جالب جي ڪندي ٿي رهي. اُها آنند لهري آهي.

تلسيداسَ رام ڀڳت هو. چترڪوٽَ جي گهاٽَ تي سنتن جي ڀيرَ اَچي ٿي. هيءُ عاشق اوسيڙي ۾ چندن رام کي تلڪ ڏيڻ لاءِ گسيندو رهيو. رام سندس ڀورن پريم ۾ مگهنتا ڏسي ڪجهه قدم اڳتي هلي ويو پرَ دِلِ سندس کيس واپس ورڻ لاءِ مجبور ڪيو. ذِڪرُ آهي ته هڪواري کيس سري ڪرشن جي روپَ ۾ درشن ٿيو. درويش هَٿَ ٻڌي عرض ڪيو سائين اوهانجو درشن ته هر روپَ ۾ آهي مگر مون ته اوهانکي رام جي صورت ۾ سڃاتو ۽ پاتو آهي. اِنَ ۾ ئي هنَ داس جو جو آنند آهي. ايها به هڪڙي منزلِ آهي شاعر درويش جيءَ مگر جڏهن نه کيس وشو ۾ وراٽ روپ ٿو نظر اچي تڏهن ته سنڌ جي شاه وانگرئي چوندو رهندو-

”ڪوڙين ڪايا ئــون، لکين لکـ هزارَ
جيءُ سَڀَ ڪنهن جيءَ ۾ مگر درسن ڏارون ڏار“

تلسيداس به پريم جي ريت ۾ رچي ٿو چوي-

تلسي اسِ سنسار ۾ ڀانت ڀانت کي لــوڪَ
سَڀ سِي دِلِ مِلِ رليئي، نديءَ نام سنجوڳ.

سورداسُ پريم وسِ ٿـــي مستيءَ ۾ ڦٿڪندو رهيو ديدارَ ليءِ دوست جي. جڏهن نه انسان انهيءَ بي وسيءَ ۽ بي ڪسيءَ ۾ حيران ۽ وئران ٿو ٿئي ته هو برهه ۾ ٻيمرڻ ٿو لڳي. هو اوڙاڻا ٿو اوري ٻــاڻ سان. ايهي اوراڻا ڀرين ته پرينءَ جي صورت ۾ ٿا اڀرندا رهن مگر جڏهين آگ اندر ۾ ڀڙڪي ٿي اٿي ۽ برهي پريتم جي لوچ ۾ لڇندو

ٿو رهي تہ اُهي اوراٽا، آلاپَ ۾ ٽا ٻہ لڄي ٻون ۽ هو چوندو ٿو رهي "اوراٽا" "اوراٽا". ڀڳت جي دِلِ جڏهن وڄي ڀڄندي تڏهن ميناچ رَسَ وڄي ٿو انجي ساز ۽ آوازَ ۾ وڳندو. اناهين تي چڙهي جڏهن نہ دِلِ ديدار ڪان ٻي ٻارِ ٿي وڃي پنڪي تہ شاعر درويش ڦان تي زمين پيڙو ٿو اچي ٿي سورداس چوي ٿو:-

ٻــر ڀو جي، مڏهن سَبَ ٻتتن (گنهگارن) ڪو راجا ؛
ڪو ڪَرِ سڪت برابري ميري، ٻاپ ڪيئي ترتاجا ؛
سهج سياءَ چلي دَلِ آکِي، ڪام ڪروڌ ڪو ٻاجا ؛
نند اچتر ڀِري سرِ اوبــر، ڪپٽ ڪوٽ دروازا ؛
نام موڙ سن، ٻرلکهہ ڪاپي، ٻرپوري هوت آوازا.

سور ساگر ۾ ڏ. هنَ ڪرشن جي حياتيءَ ۾ راندن روندن جون تصويرون چٽي ٻهنجي اندرَ جي آڪِ جو اظهار ڪيو آهي. رَسکان جيان سند ٻيِ سمنيءِ ۾ سداسڪَ جون لهرون اُٿي رهيون آهن جو هو تَبَ آهي مَن موهن ۾. رَسکان لنَ ٻريم جا ڪڙ هنرپت ورنن ٿو ڪري :-

ٻن ڳن جوٻن، روپ رهت، ٻن سوارٿ هت جان،
ڏن ڪا مناسي رهت، ٻـرٻم سڪل رسکان،
آتي سوکيم ڪومل آتي، اتي ٻترو، اتي دور،
ٻريم ڪٺن سب ڏي سدا، لت اڪ رس ڀرپور.

اهڙي ٻريم لاءِ ملڪ جائسي وري هن ريت ٿو چوي-

کهي ٻريم کي ٻرِن ڪهاڻي، جو ٻوجهي سو سڌ گياني.

اهڙي پريم ديواني راڄ راڻي ميران هئي. ٻُڌڻ ۾ ٿي ٻُڌجي وٽي ڀول ۾. چوڻ لڳي "محل چڙهه چڙهه مان پنٿ نهاران، ڪب آوي مهاراج." وري جڏهن گلا ٿيڻ لڳس ته چوڻ لڳي ته ايها ڌڏ جا آڏامي ٿي ته ساجن جا گهوڙا اُڏائيندا ٿا اچن. "سني هي مان ني هري آون ڪي آواز" پنڌ پتيندي پريم ديواني چوڻ لڳي "مان گوبندليو هي مول، ڪوئي ڪهي مهنگا، ڪوئي ڪهي سهنگا؛ مان ليو ترازي تول." ايتري هام هڻي هجي پئي. درشن دوسنت جو دلِ مان ويندو رهيس. اکيون اڻاٽ ٿي پيس ۽ چوڻ لڳي.

"مني چاڪر راکو جي ڪنيها، چاڪر راکوجي،
چاڪر رهسون، باڳ لڳاسون، نت نت درشن پاسون؛
بندرابن ڪي ڪنج گلن ۾، تيري ليلا گاسون."

آخر ۾ اتين چوندي رهي، جنم مرڻ ڪي ساٿي، سرئون نه ڏن راتي. بنگال ۾ ڪرشن ڀڳتي جا گيت ڳائڻ ڪندڙ ڄڻا ٿيو، چانديداس، وديابتي ۽ ٻيا گهڻا ٿيا آهن. مگر باؤلس به (ديوانا) بيشڪ شاعر درويش ٿي گذريا آهن. اُهي پنجاب جي ٻلي وانگر پريم نگر ۾ گم آهن. ڪين اُن ديس ۾ اُهو سادو ساجن ساڻ ٿي هوندو آهي. اوير بنگال جو هڪ اهڙو شاعر ٿو چوي "آڪاس ۽ ڌرتي منهنجي اکين جي جڙ آهن؛ نرمائي ۽ سختي، ٿڌ ۽ گرمي، منهنجي بدن جي پيداش آهن؛ سڳنڌ ۽ درگنڌ منهنجن ناسن مان ئي ٿيون اُپجن." وري ٻيو اهڙو شاعر ٿو چوي." منهنجو من ايهي لفظ

۽ للڪاڙون قبول نہ ڪندو جيسين ہر م آتما ڪي روبرو نہ ٿيندو ۽ ديوانو ٿي مان اُن لاءِ ٻيو قران" ميران بہ ٿڌهين تہ چٽي چڏيو "جِسِ ڪي گولي مٿن قرون اُسڪا ہر اَبُ ڪار" دادوءَ جي ڏيءَ چوي ٿي." جيون آهہ منهنجي ديپڪ درياءَ تي ۽ ڪِٿ ويندي ڪٽي وهڪ، ڪُلُ نہ آهہ ڪا ۽ ڪيئن ڪندي رحماني تابع جسماني جِگہِ جگہِ؟ ڪئن قمرو ايندو وهڪ لهواڙيءَ جو اوپاڙ طرف ۽ وَٽ چڏهين پاري ٿي وچي تہ ليل چڙهي ٿو مٿاهين طرف. حرف ايهو آهہ هڪو، رکہ يادِ تون هِڪطرف".

رابيندرناٿ ٽئگور هِن هلندڙ وقت جو شاعر، راڳي، ناٽڪ نويس آهي جو قصن ڪهاڻن، گيتن ۽ راڳن ۾ روح مجروح ڪي صحت ۽ سڪون ڏيندو ٿو رهي. هُن جي ٻوليءَ ۾ ميناج آهي جو ٿي درد منجهان ٿو اُپري ۽ ايهوئي شعر جو سينگار آهي. هو ويشنو شاعرن جيان اسانکي فرش تي عرش جي آب هوا جو لطف ٿو وٺرائي. هڪڙي راڳ ۾ چوي ٿو "هو اچي ٿو، هو اچي ٿو ۽ هميشه اچي ٿو ۽ تو هنجا ما نيڻا قدم ٻنا آواز ايندا ٻڌا نہ آهن ڪئن؟" وري ٻي گيت ۾ ڪهڙو نہ سندر خيال ٿو پيش ڪري."ہر هہ ٿنيءَ ڪان انداري جي اچڻ تائين مان ڏر جهليو ويٺو آهيان. جاڻان ٿو تہ اوچتو ئي اوچتو سهائي گهري ايندي جا مونکي ديدار جي خوشي ڏيندي. انهيءَ اُميد جي انجام ۾ اوت آهي عطر جي جا مونکي مست

بڻائي مشڪائي راڳ الائي ٿي."

گرونانڪ ديو، گرو ارجن ديو، گرو گوبند سنگهه، پنجابَ جي روماني لعلدين جا سپوت ترانڪاري عاشق، شاعر ۽ درويش هوا. سندن گيتن ۾ ميتَ جي مهما ۽ محبت ڏارانِ پيو ڪي آهي ئي ڪينَ. اميدَ آهي، آسرو آهي، آسيسَ آهي انهن ۾. "ڪاڳو (ڪانوَ) هنس ڪري" ۾ جي ٿيان "ڏياڙي". پنجالي ڏ ٻاٽي پريان. گرو گوبند سنگهه ته واماڻ ۽ راس ليلا ۾ به ڪمال ڪيو آهي. جئديو سنسڪرت ۾ گيت گوبند لکي واڌا جو ڪرشن لاءِ پريم پرگهٽ ڪيو ته گرو گوبند سنگهه گرمکي ۾ گيت گوبند لکي پنهنجن سکن کي صاف پاڪ سِکَ جو نظارو ظاهر ڪري ڏيکاريو ۽ سيکاريو. شاعرن جي ڪمي نه ڪنهين. درويشن جي اٽالت ڪاٿوروئي آهي. بو علي، نظير، رحيم، مير، ظفر، غالب ۽ اقبال جا نالا نه مشهور آهن مگر انهن ڪانسواءِ به اڪيچار روشن روح شاعر درويش ٿي گذريا آهن جن جمال ۽ جلال جي جوت جاڳندي رکندي جهان ۾ خوشبوءِ خاوند جي ئي ڦهلائي آهي. پنجابَ جي ٻاٽيءَ جي بلت، باهوءَ، شاهه حسين ۽ غلام فريدَ جي جهونگاڙن پراڏوڪٽي سنڌ جي واريا سي ملڪ ۾ پيدا ڪيو. ايهي سنڌ جا سڄاڻي، لامڪاني جا ڪائل، مجاهد مشاهدو ماڻي، گوليءَ واري گفتار رفتار اختيار ڪري ڳس گولڊر جي ۾ گهر بڻائي، وڃائي ويا واڃو وجود جو جنهنمان جهٽڪاءُ جرڪندي ئي آئي آهي

جڳن کان. وارث شاه پنجاب جي پرستش شاعر هير رانجهوء جي اوٽ وٺي انسان کي هير بنائي رانجهي لاءِ رودن ڪرايو، ريهون ۽ ڪوڪون ڪڍايون. بلي ته پنهنجي مرشد جي ناراضگي دور ڪرڻ لاءِ به عورت جو ويس ڪٺي اختيار ڪيو. چون ٿا ته شاه عنايت سندس مرشد آرائين هو. بلا سيد هو. محبت ته انهن ڳالهه ۽ خاندان جي پٽن جي پرم کي پيچي ٿي چڙي. هورس رهاڻ جورستو رمندو رهيو، اندرم ڪانڊ اچي ڪري ٿي ۽ هيڪانڊ ۽ حب غائب ٿي وئي. بلي ڪٺي کن ٿو پاپا. طوائف جي چاڪري قبول ڪئي. سندس ڪپڙا جسم تي ڏکيا ۽ وجهه موقع جو وٺي راڳ ڳائيندي، رقص ڪندي آلاپيو ڪٺي، ”تيري عشق نيءَ نچائيا ٿئيا، ٿئيا.“ آلاپ کي ٻوڌي ئي شاهه عنايت سڃهي ويو ته طوائف عورت جي ويس ۾ سندس پالڪو ٻلو آهي. هڪل ڪري چيائنس ”ٻلا هين. اکيون هيٺ ڪري هو ٻهي رهيو. وري هڪل ڪيائس جي ”ايجها حال ڪيو ين ڪيتوس“ سائين ليڏي صدقي. عشق جو اسرار آهي. عشق ڇا آهي جو اهڙو حال ٿو بنائي؟ اڪبر شهنشاه دادوءَ کان هڪواري سوال ڪيو ”الله جي ذات ڪهڙي آهي (٢) الله جا انگ ڪهڙا آهن (٣) الله جو وجود ڪهڙو آهي (٤) الله جو رنگ ڪهڙو آهي. درويش اڪبر کي چيو.

عشق الله کي ذات هئه – عشق الله کا انگ،
عشق الله کا وجود هئه – عشق الله کا رنگ.

عاشق ته سدا پنهنجي رنگ ۾ مست سهاڳڻ جي سدا ڪندا ٿا رهن. جيسين انسان پنهنجي دل ۾ دين نه ٿيندو، من ۾ مستي نه ڇڏيندو، تيسين هو راڻي جي رهاڻ ڪي سگهندو ئي ڪين. مرد ڪي من مستي، هئڻ جي هستي رهي ٿي، مگر عورت سدا بيوس ۽ لڄ آڌار پالڻهين هارڪي، پنهنجي پيار جي پوءِ ۾ پڌرو ڪندي ٿي رهي، رس جو. انجيل ۾ چيل آهي ” لنگهون ٿي لڪرو مليل لاءِ آدي گهوٽ ڪي “ سنڌ جو شاهه به چوندو ٿو رهي ” اديون لنگهون ٿي لڪرو لالچ ڇڏي لوپ. “ عاشق ۽ عابد ته روح پنهنجي کي ريءَ رمڻيءَ واري ٿا پڌائن ۽ هلائن.

انگريزي عارف نيومن به چوي ٿو ” جهڪدهن اوهانجي روح کي اعليٰ آنند جي آتانهن لان آڪرڻ جي آس آهي، ته ڪيس عورت ٿيڻ ڌاران ايهو مزو حاصل ٿي نه سگهندو. اوهان ڪهڙا به چونه بهادر هجو، مگر محبوب سان ايها ويرتا هلي نه سگهندي. گهرج ڌاران گهوٽ جي گهرج محسوس ٿئي تڏهين ته ٻر تو هئي ٻر پڪو. “ سنڌ جا شاعر به هاڪي مند جو روپ ڏئي، مومل، مارئي، سسئي، سهڻي، ليلان ۽ گندڙيءَ جي آڙ هيٺ آلاپ ۽ اوراڻا اوريندا ٿا رهن. لطيف الهيءَ گس ۾ گوء ڪنيو ٿو وڃي. هو ته پيڙو پيار ليءِ مهران جي ڏاڍائي ۾ پڇي ئي ڪين ٿو. لڪي وري ڪيس آهي ڪو خوف خلق جو. سهڻي چوي ٿي ” ساهڙ مون سينگار، ماڙهن ليکي مهڻو. “ سسئي وري وائي ۾

ڪين ٿي ڪيڏي ۽ چي ”حسن هوت پنهون جي ماري موت وڌياس ؛“ نوري جا اصل ڳنڍڙي آهي، مهاڻن جائي ساٿ الائي ٿي ”ڍول تنهن جي ڍار هيناهون هلن جي ؛“ مارئي بند ۾ آريون نيزارڻون عمر کي ٿي ڪري چي ”ڪي بند ياٽي بند مان ؛“ ليلا وري ورپي پاڻ لي ٿي چئي ”چنيسر سين چاڪ متان ڪا منڌ ڪري،“ مومل جا راجڪماري هئي ۽ حسن جي راڻي هئي ساٿ چوڻي؛ ”ڍوليا ڍيل مَ مون ڪانڌ ڪميٽي آهيان.“ سنڌ جا پيا درويش به پاڏائي ويا آهن الهيءَ اوڏ ٿي. قطب به چوي ٿو ”رانجهن آيو ڪلي بهار، ڪير ڪتي، ڪير ڪمائي“ اوچي شڪارپوري هڪڙيءَ ڪافيءَ ۾ هن ريت ٿو چوي:

جوڳي جادوگر وي، آوندا ويس متائي،
ڪن وچ مندرا ڳل وچ ڪفني، انگ ڀڀوت مَلائي؛
مٿن هان رانجهن دي رانجهن ميڏا، جنهن سنگ نينهن لڳائي؛
مٿن هان گولي خاص جوڳي دي، هي سِر گهول گهمائي؛
حال فقيردا معلوم تِنهن ڪون، تِنهن پِن ڪون سهائي.

عورت ئي تلاش ڪندي ٿي رهي. لڪ، حياءُ، صبر، صداقت ۽ سهڻ جي طاقت به ڪيس آهي. جفا ۽ جور پنهنجي سِر تي سهڻ جي سَگهه سائينءَ ڪيس مرد کان سرسيري ڏني آهي. ايها عطائي آهي جا ڪيس پاڻ کي نيستي ۾ نهوڙي پوڙي سگهي ٿي. پڌيءَ جا پيٽا، سامي به سهاڳڻ کي سين کان سونهن واري ٿو سمجهي. هو چوي ٿو. ”ڪامڻ پنهنجو

ڪنس، ريجهائي رهت سان." اڳتي هلي وري ٿو سهاڳڻ جو بيان ڪري. جا شهر ڪي ريجهائي، آءٌ سهاڳڻ ساچران،

اُتي وهي آگيا ۾، آگيا ۾ ڪائي،
سهجي سانائي، سامي سنگ سهاڳ جو.

"پنار ڪي جا پائي، سارانن جي راٺي تي" هي طرف ڏهاڳڻ جي تصوير هن ريت ٿو چٽي:-

ڏهاڳڻ ٻيٺي، ور ورائي ڏڪ ۾؛
چپ چٽيندي رانڙي، وهامي ويٺي،
سامي سهاڳڻ ڪي، آهي پيءُ ڪيهي؟
جنهن تن من ڏن ڏيٺي، ارين ريجهايو نانهنجو.

ڪنڊڙي وارا شاعر جن لاءِ ڪي چوندا آهن ته فيلسوف آهن سي به انهيءَ ريت ٿا ٻنڌ ٻنيندا رهن هوت ڪي ملڻ لي ء. مراد هڪڙي بيت ۾ چوي ٿو ته مٽن رنگ نه روپ نه صورت نه مٽن ڪدرت ڪائي؛ نه مٽن سر کي سرما پايا، نه مٽن ميندي لائي؛ نه مٽن مليا جهڪيون چٽن؛ نه مٽن دري ٻنڌائي؛ ٻر جنهن تي مهر مراد حضرت دي جڳ سهاڳڻ سائي." اسر لعل به هڪڙيءَ ڪافيءَ ۾ هن ريت ٿو چوي:-

حسن وڪائي هل هل، ٻري پيو وڃ پاري؛
مون نوڪر هان تر جو، مالڪ مون مختياري.
اگر آکوچر آيد، هو واحد مان زاهد؛
ٻاڻ مالڪ هن مايد، شوق شاهد هنئين تاري.
٢- من موهن مون مدن، مان دادو هان ڏڏن؛

پاڻ دلبر ھن ڏَنّ ڏَنّ، پنھنجي پاڻ ڪوري ڏاڙھي؛
٣- پرھہ پنائي پئي، ھو ولو مان ھان وئي؛
ھو ڏنو مان ڏلي، لون تہ ورھہ جي واري.
٤- مون سمرت ھان سنيو، ھو اَمر آھن آنيو؛
روح رنگ رام رنيو، لعل وڙھو مٿون لھري.
٥- سائين منھنجو سچ سچو، مان ڪولو ڪچ ڪچو؛
نينھن آھي نچ نچو، پاڻ پرڪہ مان ناري.
٦- ايسر آھي الھو، مان پاجھون ھان پلو؛
نيون تلڻ آھہ الو، ھي ٿئن ھامي ھاري.

ايسر لعل مٿين سلوڪ ۾ پاڻکي ناريءَ جي روپ ۾ محسوس ٿو ڪري ۽ وَرَ کي وَرِ وَرَ ٿو ورنائي. ايھا آس اٿس تہ مَن ھو مونکي سيني سان لڳائي، مونکي پاڻ سان ملائي.

اھڙي قسم جي ڀاونا ھندو خواہ عيسائي ڪتابن ۾ ظاھر ٿيل ٿي ڏسجي. ميران جڏھن بندرابن ۾ وئي ھئي ۽ سنت روداس کيس ڏسڻ جي موڪل نہ ڏني جو ھوءَ استري ھئي، تڏھن ميران کيس جواب ۾ چوائي موڪليو تہ ھت سڀئي استريون آھن. سري ڪرشن ئي ھڪڙو پرش آھي ھڪڙو انگريزي اديب پنھنجي ڪتاب ۾ چئي ٿو- پڇتاءُ ڪندڙ پاپي حضرت عيسيٰ جا پير چمندو، ڪرمي سندس ھَٿَ، مگر پنھنجي وفادار پوئلڳن کي ھو پيار واري مٺي وات تي ڏئي ٿو. ” سنت برنارڊ ٿو چوي اھا جاءِ آھي جت ڏٺي کي اُنَ روپ ۾ ڏسي سگھجي جو اَمر آھي؛

اُهو به وڃاڻ آهي جت هو نه سيڪاريندڙ ۽ نه ڦتوڙي ڏيندڙ آهي مگر ور آهي ورينيءَ جو، ايها جاءِ آهي سهاڳڻ جي آرام لاءِ. افسوس انجو عرصو تمام گهٽ آهي ۽ ورليءَ ٿو وجهه ملي ورينيءَ ٿيڻ جو. سائين قطب شاه به فرمائن ٿا ”ڪتِ چرخا، تان شهه تو پاويڪي.“ انهيءَ تصوير جو پيو پاسو به آهي. ڪي چون ته الله جا طالب مڙهئي مذڪر آهن. بيبي رابعه به ائين چوندي هئي. جڏهن پٽيءِ هڪ ٿيو وچن تڏهن نه ٻالڏي ائين ٿو الائي، ”آهيان مان ٻاڻ الله عمقون ٿو عبد سڏايان.“ سسئي ٿي آخرين منزل ٿي ٻڌائي ”پنهون ٿيڙس ٻاڻ سسئي تان سو ر هوا.“ سهڻو سامي سچ ساڳيو ٻي ويس ۾ هنريت ٿو ٻتائي:-

عجب اٻاسي، ٻڌ ڏٺوسي ٻاڻ ۾؛
سمجهي ڪو سامي ڇڻي، ورلو ويساسي؛
ٻاڻ ڪيڙي جو ٻاڻ ۾، ٿيو آتم اٻناسي؛
وڃي ٿيو واسي، اَئَلَ جان آڪاسَ ۾؛

نه ته سيئي جو ٻار اوديا تي عاشق ٿي ٿو هئي اگرچ اُنکي نه رنگ نه روپ آهي نکو انگ يا آڪار اُٿس. سپني جو سنسار رچي مهي پوراڻن ۾، مگر جڏهين نه ساچ اچي سندس در تي ڪڙڪائي ته عجائب ابرا اُٿس اُڪري ٿو هئي ۽ گهر مان ئي گهر ڏٺي ٻائي سينو ساٺس ملائي وحدت ۾ وڃي ٿو وسي.

# ايسر آڪاڻي

سنڌ جي صوفياڻي زمين تي ڪئين مرد ۽ عورتون ٿيندا ٿيون ٿيون ٻڌجن جن جي ڪهاڻيءَ ۽ رهڻيءَ ڪيترن کي ٻاين جي ٻارِ هند ۾ وجهي ملڪ ۽ فلڪ ۾ سندن سرهاڻ ڦهلائي رس اهو وس ۾ ٿيندا ڪيو آهي جو سال گذرنديءَ صديون مٿان اچي وينديون ته به سندن سوز جو سرود عوام جي آڳ وانگر جاڳندو جلائيندو ئي رهيو آهي.

پتنگ جي عشق جو مثال بي مثال آهي. شاعرن ۽ شائقن جلي مرڻ جو اشارو ئي ڏنو آهي. مرڻ بنان حاصلات ڪا هٿ نٿي اچي سگهي. جسماني موت جيڪڏهن هر منزل تي رسڻ لاءِ لازمي آهي ته هوءَ مقصد کي پائڻ مشڪل يا ناممڪن ۽ بي سود ٿي پوندو. عام طرح ته ائين ڏسبو آهي ته انسان آزمائش جي دور ۾ پيو پٽڪندو آهي. پڌو ته فلاڻو ڪک هيڏي ڪ هيتري هستي، قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪندو ته الهي هٿ ڪرڻ لاءِ حيلا وسيلا پيا هلائيا. جي لک ناهڻ مان سک جي سمپدي حاصل ڪرڻ جي اميد هوندي ته ڪوڙ پاپ ڪري مايا ميڙبي مگر ڪوڪو انسان سونهن وارو ٿو ٿيندا تي ڪنهن ڪنهن کي سيني ۾ مونجهه ٿي ٿيندا ٿئي؛ مونجهه سولجهه ٿي سهاڳ ڪري ۽ جي پاڳ ڪٽي پڙايس ته الهيءَ مونجهه مان سوجهرو ٿيندا تي هوندس.

شاعرن سچي سڪ واري پتنگ جي مخالف پنوڙ به

رکيو آهي. هو هڪ گُل تان اٿي، ٻيءَ گُل تي ويهي واس وٺي ويندو ٿو رهي؛ مگر اهي ٻه گُل آهن جي ڀنوري کي ڇوڙڻ کان نٿا رهي سگهن "ادا تو جهڙي دَرَ دَرَ تي ڀٽڪڻ واري کي مان ڀاڻ وَٽِ وهڻ ۽ وهاڻ جي موڪل مور نه ڏينديس. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڀنوڙ ٻيو پنوائيون ڪائيندو ته ڇمپا گُل جي چِسَ ۽ رَسَ کي پائي نه سگهندو.

گُلَ جي تصوير، انجي سرهاڻ، سندس ٻول، دماغ پر دورانيو رهيو ته هڪ قسم جو ٻيڇرو ٿهي پوندو، جڏهن گُلَ ڪَرَي پوندا، جنان هيڪارون ٻيون آيرنديون، جڏهن ڪري مغزِ معطر تي پوندو، اکين پر مخموري اچي لهندي ۽ ٻهندي مَنَ معتدر پر مورت موهڻي جنهن جي سونهن سان اکيون ارجي وينديون ۽ من جگر جي ويندو. دِلِ ٻکر جي ويندي؛ زبان بي زبان ٿي پوندي؛ اکيون آبشار ٻنجي وينديون؛ دل نثار ٿي پوندي. خبر نه آهي ته حسن مان ٿو عشق پيدا ٿئي يا عشق ٿو حسن ڏسي هر جا. اگر ڪير ٿو اچي آڪيڙو ڪري؟ ڪير، ڪڏهين ۽ ڪٿان ٿو اچي جهلي ۽ پلي هڪواڙي. باه پڙڪو ڏنو يا حسن اچي دَرَ تي ڪڙڪو ڪيو ته گويا ٻکه چنو ۽ درياهه تي ٻوڏي وهندي ويندي. انهيءَ ڪري فقير چوندا ٿا رهن ته مون سڌ نه سار؛ اچي عشق اُٿاڙيم اوچتي ۽ وڙي چون ٿا.

١- حسن اسانڏا هادي بر حق، وحدت راه بتاوندا،

٢- رکندا خيال خدائي والا، وهم خودي نون ڪاوندا؛

٣- برهه لاوڙ ڪيتي بيرنگي، صورت وچ سماوندا ؏
٤- جوڙ سيو جسماني والا، جلوي نال جلاوندا ؏
٥- عشاقان دي نال عجائب، رل مل رمزان لاوندا ؏
٦- ڳهن ڪرڻ دليل دلين دا بيدل، شاهي طبل وڄاوندا ؏

حسن جو معيار قائل تي منحصر ٿو رکي. ائين نه آهي ته مفعول ۾ مٽيا ماڻهين هوندي ئي ڪين. نه هوندي ڪه قائل مثس حسن جي چني اچلائي ان مان رومان جو رس پيو وٺندو ڪس پيو سهندو. سائين قطب شاه جن فرمايو آهي "نٿن دلال دل سوداگر، نام واپار ڪيتوسي" وري روحل رلد چيو آ. "دل دلال نٿن سوداگر، عشق واپار ڪيتوسي" ايهي ٻئي فقيرانا گفتا سچ آهن. مگر باز اول ڪان ئي شيءِ سان راند ڪن ۽ قيمتي ڪڙن جو قدر نه ڪن ۽ شيءِ جي منف سان ماڻڪ مٽ نه پا نٿن. ايها پسندي نا پسندي دنيوي خواه خدائي، سياسي خواه سماجي رواجن ۽ رسمن ۾ رواجي طرح رڙهندي سرندي تي رهي. هڪ هندهڪ تي مان لهي ته وري هندپي ڪا جهت پت ۽ جنگ جهد جڪر ۾ جاري رکندي تي رهي.

خبر نه آهي ڪٿان گوتم ٻڌ کي محلن ماڙين ۾ رهندي آواز اچڻ لڳا جو سدوڌن جهڙي سورج ونسي راجا جو سڪيلڊو پٽ سڪ جو سوداگر، انعمت سکڪ جو ڳولائو بڻجي پيو ۽ نرواڻ ٻڌ کي حاصل ڪري پوڙي مت جو باني ٿي پيو. سلطان آدهم راحت جو بلکه تي ستو پيو

هو ته ڪڏ تي ڪنهن جي گهمڻ جو آواز آيو. هڪل ڪري چيائين "متي ڪڏ تي ڪير آهي" جواب مليس "قبلا ات وڃائجي پيو آهي سو پيا ڳولهيون." سلطان چيو "ڳهيلا ته ڪين ٿيا آهيو، اُت ڪڏ تي ڪٿي ايندو" ورلدي مليس "تڏهن خدا پلنگ تي سمهي ڪنهن ماڻي سگهندو؟" سلطان، ساڻائي سڀاڳ هٿ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي پيو.

ايهي ته ٿيا سکن وارن جا مثال. ڏکن وارن جا حال ورئي کهڙا ڪَتي ڪهڙا ڪتجن. ميران راڄ راڻي ٿي، تنهن کان اڳ ٿي ماهه جي جواب ملڻ تي ته تنهنجو گهوٽ گذر آهي، ڳنڍ ڪٽي پا ٿي ۽ آخر تائين اُن سان ڪٽي چيچڙي پاتي.

ساڳيءَ طرح ايسر لعل کي به شايد وئراڳ ورتو ٿو ڏسجي. رانوتي جي ڳوٺ ۾ ١٨٣٥ع ۾ پرمانند نيڪيدار جي گهر ۾ سندس جنم ٿيو ٿو ٻڌجي. اڄ ننڍو سڀان وڏو ايسرلعل ويو اُسرندو. شايد نيڪيداريءَ جو ڌنڌو ڪيس نه آڙيو ٿو ڏسجي جو وڃن ٻاويهن ورهين تائين ڪنهن خاص شغل ۾ سندس ڪا دلچسپي وٺندي نٿي ٻڌجي. آخر ڪِل ڪِل ۽ ڪلهه کان منهن موڙي دراز- يعني دراز جي درَ راڻيپور تعلقه ۾ شاهه دراز جي ڳوٺ اچي رسيا. ايندي ايسرلعل پيا ڪئي ته فقير ڪٿي آهي. ماڻهن ڪيس ميدان ۾ فقير ڏيکاريو جو ايا رانديڪو ٻار ننهنجي ساٿين سان لاٿي ڏڪر راند ڪري رهيو هو. اهو ٻارڙو ئي سخي قبول محمد

ڀيو گاديءَ ڏٺي هو. ايسر لعل فقير جي ايها حالت ڏسي وسمي ۾ ماٺجي ويو. دِلِ ئي دِلِ ۾ سوچڻ لڳو "جهڙو فقير ٻاڻ ئي مٿيءَ ۾ تو راند يون ڪري سو مولڪي راهه رندا لي ڪيڏن ڏيکاريندو" انوقت سندس لوڙ تڪ جا ماٻا اڃان محبت ۽ ايمان ۾ تپ تيل نه هوا. وڏڙاڳه هوس مگر عشق انجو اڳوان نه هو، گهر ته ڇڏي لڪتوهو موٽڻ ڪان مَرِڻ ڀهتر ڀانئين ٻهي رهيو. خيال ڪيائين ته فقير ٻار آهي ۽ر جي هوشيار هولدو. ٻه ٻاٺمرادو اندر جي اُڻ ترڻ چاڻي منهنجو ساڻي تي ٻولدو. اهو خيال اندر ۾ اُڀريس مس ته فقير ٻه اتي ڏڪر ڇڏي لَسَ ئي لَسَ اچي لعل ايسر وَٽ ٻهتو. ڪيس آگر ڪان وٺي اچي ٻهرٻن قبي ۾ وٺي هليو. الهيءَ ڪي طور سينا ڪري چولدا آهن. هتي ابهو چوڻ غير واجبي نه ٿيندو ته حضرت موسيٰ هر روز طور سينا جبل تي خدا تعاليٰ سان گفتگو ڪرڻ ويندا هوا. جلال الدين روميءَ جي مثنوي ۾ هِڪ حڪايت آهي ته هڪڙي ڏينهن جڏهن حضرت موسيٰ روز مره جي عادت موجب طور سينا جبل ڏانهن وڃي رهيا هوا ته واٽ تي ڪيس هڪ ريدار نظرآيو جنهن هن رمت ويٺي طوطليءَ ٻوليءَ ۾ ٻاڻ ورچايو "ڏٺي منهنجا ڪٿي آهين؟ آءَ هلي ته مان تو ڪي ريڍن جو کير مکڻ ڏَڏَ ڪارايان. سرديءَ ۾ ڀتر جا ڪمڙا ٻهـڙايان. خدمت چاڪري ڪريان. لوڪي تڪ تي ته تنهن جا پير دٻايان ۽ لنهنجي ننڊ ڙي خواب گاه جي صفائي ڪريان.

موسيٰ اِيها بيهودي ڳالهه ٻڌي هُن ٻارڙي کي جهڙڪيو. جڏهن طور جبل تي پهتو ته نه ڪيس جلالي جلوه جو ديدار ٿيو ۽ نه ڪو آواز جو اقرار ٿيو. موسيٰ منتظر رهيو. ورنهه ۾ اچي ويو. ٿوريءَ دير ۾ هُن کي حڪم آيو.

وحي آمد سوي موسيٰ از خدا،
بنده مارا چرا ڪردي جدا،
تو براءِ وصل ڪردن آمدي،
ني براءِ فصل ڪردن آمدي.

انهيءَ سٽ جو ترجمون ديوان ليلا رام ٻيمچند هن ريت ڪيو آهي:-

اٿيو آواز غيبي هڪ، جدا موڪلان ڪيو تو ڇو؟
بندو منهنجو ڀڄايو تو، ڪيو ڇا هي اي موسيٰ تو.
مڪو سون تو کي ميرائو ڪرڻ، بندن جو قادر سان،
نه ڦوڙائو وڇهين تون ڪو، تنهن بي مڪه بندا موڪلان.

هت ته ٻارڙي وٽي ايسرائيل کي منهنجي ڏاڏي نظر محمد جي اڳيان وهاري الڪي ڪٽي سپرد ڪيو. مٿو ليڪيندي ئي هو غش ۾ اچي ويو. تي ڏينهن ايها حالت مٿس نازل رهي. راند ڪيندي وري نفير کي ايسرلعل جي يادگيري اچي ٿي. آدم ۾ جيڏن سرتن کان موڪلائي اچي جوان کي جاڳايائون ۽ ڪيس فرمايائون ”هاڻ گرنار وڃي عشق ڪمايو. رستي تي مجازي عشق ساڻ ڪٽيو جو اوهانجو همراه ٿيندو.“ سچوءَ ته سچ چيو آهي ”آهي ڪاڻ اڪَ آيل عشق وارئين“

مگر ”عشق الاهي ذات، تي ذات پڪاري ذات کي.“ عمر ساري افراد آهي. وهي تي رات وهامي. سوئي سامي جو دل جي ديس کي ڪري آباد عشق سان. مگر وري به فقير ٿا چون ”محبت ڳڌي نه ليي خرچين لک هزار.“ اوچتوئي اچي تي ڪرڪي ڪندا تي. شاه لطيف جهڙي ڏنگ مڙس کان پڇيائون ”سائين عشق ڇا آهي؟“ چيائون آٺا، اسانکي، ان جي چار ڪانهي مگر دولهون سو هڪواڙ ڏنو هيوسين اُن جو.

”جهل فقير، هل فقير“ ڪندو هڪڙو رمتو اچي اسان وٽ لڪتو. پڇوسونس ”اباڪر احوال“. فقير چيو ”بي حال جو ڪهڙو حال! محبوب ملايو ته اوراٽو به اوريان ۽ اوهانکي درگاهه مان معافي به وٺي ڏيان.“ لطيف چيو ”لطف جي لطيف چئي، هن وٽ ڪمي ڪانه.“ فقير ڳالهه ڪئي ته ”سئن هٽي سوالي ٿي دَرَ تي بيٺو هوس ته ٻکي پاجهاڙي ۽ معصوم ڪٽي اچي چيو ”جهل فقير هَل فقير.“ اکيون اُتي ئي اُڙجي ويون. دل ٿي ايهو آرشاد الهام وانگيان اوري پاڻ سان.“ لطيف کي اشارن مان هري آيو ته هرڪه هاري فقير حڪمت ته آيو آهي. ڇو نه اهي ٿي آدمي لطيف جي دعوت ڪرڻ آيا هجن. هن مهمان کي ته منائڻ لاءِ ڪين چئيو. خوشيءَ سان مهمان جي به دعوت ڪيائون. فقير ۽ لطيف جڏهن دعوت واري گهر پهتا ته اهائي ليمکر ماٽيءَ جو لوٽو ڪٽي کمين هٿ ڏئا ڙاڻ آئي. ڇوڪر جڏن فقير جي هٿن تي پاڻي

او تبعدي وئي تنهن الهن مان ٻرو لهون اٿڻ لڳو. ڇوڪر ٻاڻي اوتي ٻس ڪيو ته فقير ٻه ڏم تي زمين تي ڪري پيو. شادي جو موقعو ڦري غم جو ٿڌو ٿي پيو.

ايسرلعل ٻه حڪم جو ٻندو ٻڌي ٻڌيندي سٺون سڻيندي سنگرار ڳوٺ جي ٻاهران مسافرن ۾ ٻائي گيان ڀري اکهور وڃ اچي مهمان ٿيو. قدرت جي ڪرڻي ۾ ڪرامت آهي. ٻائو رهت جو ٻڪو هو. ٻکيا ڪرڻ ويندو هو ته هڪ ڏر تان جيڪي ملندو هوس سو ونني واپس ورندو هو. آئي وئي کي ٻه اڻ روٽلي جو اڌ ڏئي ٻاڻ اڌ تي گذر ڪندو هو. کهڙي ٻمر تي ٻائو پدل هو تنهنجو ذڪر بي سود ٿيندو. سمجهڻ ۾ ائين تو اچي ته ورتي سندس چت جي ورهه وير اڳهه ۾ ورتل هئي؛ ٻاڻ ۾ ڀرتل هئي. هڪ روٽلي جيترو اَلو قبول ڪندو هو. هڪ ڏرهه هڪ روٽلو! اڌ ٻاڻ کائيندو هو ته اڌ آئي وئي کي ڏيندو هو. ورائي وٺائي هئس مساڻ، جت ساڻ ڪٽڻ جو نه سود و ٿي ڪو آهي. ڪجهه ڏينهن گذريا ته ايسرلعل واهي ويهي کائڻ ۾ شرمائڻ لڳو. ٻائي کي چيائين "سائين هاڻ اوهان تڪليف نه ولو. مان اوهانجي آڳيا ٻنالڌ ڀکيا ڪري ايندس؛ ٻوءِ ٻئي واهي کائينداسين." ٻائو ايها ڳالهه منظور ڪري ٿي نه پيو. آخر کهڻيءَ جهت ٻنت بعد هن چيو "چڱو ابا، جيئن تنهنجي مرضي." ايسرلعل ٻه هر روز شهر مان هڪڙي ڏر اڳيان الک

جڳائي، ٻڪيا ٻائي واپس ايندو هو. هڪڙي ڏينهن سوڍاري جي در تي الڪ جو لالو اُچاري ٻيٺو ته گهر ڏياٽي ٻڪيا ڪٽي آئي. ٻڪيا ولي ايسر لعل ويندو رهيو. وقت ونڳڻ جو وڃهو اچي شايد ٿيو هو جو ٻئي ڏينهن به فقير اُتي اچي ٻيٺو. اڄ ته مائي گهر جي هاڄ ۾ رڌل هئي، هُتي والدو نه هيس. هڪل ڪيائين ٻنهنجي ٻچڙيءَ کي ته وڃي سواليءَ کي الي لَپَ ڏئي اَچ.

ايها سيا ڳي چوڪر در تي آئي ته چڻ چانڊ ساچاندل چيڪي وئي. ڊس ڏسي اَيسرلعل سن ۾ اچي ويو ته هوءَ وسمئي ۾ ٻنجي وئي. ايسرلعل به ڪو گهٽ حسين نه هو، مگر محبوب جو مائي جي ماٽڪن مان اُتس جها تي ٻاتي ته دل سندس ونڪهي ويئي. ڪا مدت گذري چوڪر سَڌن ڪندي جو واپس نه وري ته ماءُ جا آنڊا وڃڻ لڳا. وڪون وڃهندي دَرَ تي اچي ڏسي ته ٻت ۾ هڪ ٻي جي سنمڪ ٻيٺا آهن. تير لڳو، ٿالان ٿيا. امڙ جي اچڻ جي چوڪر کي سمڪ نه سڙي. هوءَ ته ٻاهه ۾ ٿي ٻري. اکر نه اُڪليس. هَل فقير، وَٽ فقير وارو ٽڪ. ڪلام ٻلجي ويس. ماءُ ڌيءَ کي اندر کهلي آئي. فقير ٻويان ٻير ڪري مساٽن ۾ اچي ٻهتو. سَچَل سرمست اهڙن جي دل جو درد هيٺ بيان ڪيو آهي.

چهمن يارَ جي موٽي، چمو جا چوٽ چلائي؛

١ــ دردمندن جي دِل اچانڪ، آئي عشق اڙائي؛

٢ــ اسان نماٽن تي روز ازل کون، تنهنجي حسن هلائي؛

٣- عاشقن جي نازنيازن سان، ميان لين سرت سمائي؛

٤- دل اسانڊي ۾ تي سنوري سڀ آيون، نو ٻہ ملڻهن وڃائي؛

٥- ٻڌي اکڙين سيف ستم جي، چوڄا آڻي چڪائي؛

٦- ٻرچي ٻره جي سيني اندر، سچو هن خيال ڪپائي.

## مجازي عشق

ديد ئي عيد تي ڪرائي، ديد ئي شهيد. اکين جو اکين سان ملڻ ئي جوت جي جڳڻ جو ڪارڻ تي ٿو پوي. سَتَل دل سجاڳ ٿيو پوي. سرت سهج سمرن سروپ جي ۾ وچڙيو هوي. دم دم ديدار پيو ڏيائيندو ۽ جيو حسن ۽ عشق جو گيت پيو ڳائيندو. انهيءَ ڏيان مان گيان پيدا ٿيندو ٿو رهي، جو جيو کي روشني راهہ تي ڏيندو ٿو رهي. جڏهن نہ ڏيان قري ڏن تي ٿئي تہ سرت لرت سيوئي سماع ۾ سميٽجي ٿا وڃن. ڪاني لذت محبت جي ها اکين کي آڪارم تي حاصل ٿئي سا اينرو تہ زور تي ٿئي وڃي جو حدون ٽپي نراڪار لامڪاليءَ ۾ تي وڃي واسو ڪري.

مجازي مام اوکي ڇٿي وئي آهي. بيڪس فقير بہ چيو آهي تہ جيسين جسو جيءَ جان پهنچو نہ تو کھوڙي سگھين تيسين باز وانگر اُڏامڻ نہ ايندءِ ۽ نہ شهباز تي سگھندين. جسم جي چمڪ، چمڪ، لوڏ لمڪ جي جي کي ايائي رلائي ڇڏيو تہ لست حواس کي اوس ايندي، مگر ايو جي لذيت ڪاخصوصيت ڪنهن ڪستوريءَ جي تي ٿئي جهنتي زندمست تي وس جا واس ڇڏي وبراليءَ کي اڏي

اڏول ٿي ٿا وڃن جو اتي ئي هو پاڻ پڙ ٿا پهن.

سچ پچ محبت وارو نه بدل آهي ۽ نه ڪنهنکي بدي ٿو. محبت ڪنهن آدرش، ارشاد، احساس مان نٿي اُڀجي. ايڪانت ۽ اڪيلائي اندر جي اُڀري اُسري ڦٽي ۽ ڦالي ڦر ٿي جهلي. اُهائي پنهنجو آد انت آهي، جوڙ نه پاڻ بنائي، ڊاهي سڀ رنگ ۽ بي رنگ ۾ پاڻ ٿي.

عشق نه اندر، گهڙين پلن جي وهڪ جي ڇهڪ جي چمڪ ۽ ڇمڪ جو جڙيل ٿئو ٿئي؛ نڪي اميدن يا خواهشن جو ٺهيل ٿو ٿئي؛ مگر زنده پلن جي وهڪ جي اٿل ڌارا جو ساگر، مها ساگر، بي حد، بي انت، بي ٿر، بي گهر ٿو ٿئي. هڪ هڪ پل آهي انجو مڪمل. اهو ئي جو سڌو سنئون سنساري رستو ڇڏي ڦٽاهون ٽپو ڏي آنهنکي تجلو طور وارو سيني ۾ جهلڪ ڏيندو نظر ايندو. ڪنهنجي بکني ڪيل ڪرمن جو ڦل نه آهي پريم. وقت اندر بنديل احساس ۽ خيال، پسندي ۽ ناپسندي، الغرضائي ۽ بيپرواهي ۾ محبت جي مام ته آهي ئي ڪين. وقت جي چال ۾ پريم نٿو پير پائي سگهي. "مان" وڏي ويڇهي ٿي. جڏهين من ۽ چت کي پنهنجي حرڪتن جي بي سودگي ٿي معلوم ٿئي تڏهين دل جي انت وڪاس ۾ ايڪانت ٿي اچي واسو ڪري جنهن ۾ عشق جي الست وهڪ وهي ٿي هلي. گذريل وقت جي بندشن کان آزاد ٿي، آئينده جي ڇڪ کان ڇٽي هو پٺ پڌي "هاڻ" ۾ ٿو حجرو ٺاهي يا عشق

ٿو اچي ڪيس اُت ليڙائي.

نينهن لسنگ وجهي ٿو ولگ. ۽ پيت هٿڙ جي ٻڌي ٿو ڇڏي. ايسرلعل اچي اگهوڙ ٻائي جي آستان پيرو ٿيو. ڇوڪر ڇڪيون ڇڙ ٻون ماءُ جون جهلي ماٿ ۾ گونگا ڳوڙها ڳاري ويهي رهي. چنڊ جو جمال ۽ ڪمال تي ٻهڄي ته ساگر کي ڇا مجال آهي جو چپ چاپ وهندو هلي؟

چاندل ٻائي چنڊ جيان ايسرلعل جي سيني کي سوز ۾ ساڙو ڪري ڇڏيو. هو ڏانهن وري نينگر کي ڪو نيزو لينهن جو گهٽ ڪين لڳو هو. ڇوڪر هٿي اڙ، تنهنکي جو اوچتي هوتن ميخ هنئين تنهنجا ته اوس ڇهه ڇڄي پيا هوندا، مگر عورت کي ڏٺي تعالى سور سهڻ، سالڻ ۽ صبر ڪرڻ جي سگهه سرسيري ڏني آهي. ڇوڪر جي ماءُ فقير کي منع ڪئي ته وري اسانجي ڏر تي ٻکيا ڪرڻ نه ايندو ڪر. ٻاهر پڙ ڪو ڳائي جهڙي ڪيڻ لڳي. "عشق ڇپايا ڇپدا نا لهين." جسم جي جڪڙ ته نه هئي. هيءَ ته تصوئي پيو هو. ناوڪ نينهن نيشان ٿيا هر اهڙي. اوچتي وار واري جي ڪار هئي. ايسر ته اوراڻو اگهوڙ ٻائي سان اوري هانو هلڪو ڪيو هوندو مگر هو ڏانهن ڇوڏهن وڙهن جي چاندل جو چِت چاڪ چاڪ ٿي پيو هوندو تنهنکي دلاسو، آٿت ڪنهن ڏنو هوندو؟ انساني آسرا ۽ آٿت عشق کي ڪو جهل ٿا ڏئي سگهن. هو ته سدا مگهن آهن محبت جي مهران ۾.

سامي ٻ چئي ٿو :-

جنهن جل رڃ مين، ٿئن عاشق مرن عجيب ري؛
سچي سڪ اندر جي، ڪنهن ڪي سلن ڪين؛
سدا رهن انهو لين، سامي درس ديدار ۾.

چانڊل جي ماهه رات ٿيندي ئي مڙس کي معاملي تان واقف ڪيو جنهن ننهنجيءَ ڪنواريءَ ڪنيا جي عزت جو خيال رکي مساڻي ٻائي ڏانهن نيا هو ڪيو ته آئنده ٻکيا لاءِ ٻي ٻائي کي نه موڪليندا ڪم. هو ڏانهن ننهنجا اڳهوڙ ٻائي تي زور آندو ته انهي مهمان کي ننهنجي آستان تان اُماڻي ڇڏيو.

انهيءَ ڳالهه جي پورائي لاءِ سمو گذرندو. تڪڙو قدم ته جان تان ڪارنهن جو داغ ڪنيا تي لڳائي ڇڏي ها. پر چار ڏينهن انهيءَ وچ ۾ گذري ويا. روڪ پٽي ته چڪ ٻه ٿوڪ ٿيندي رهي. جنهن چيو اٿن:-

روڪ ماڻ ئي ٿوڪ ٿيندي، چرخي ڦري موڪ ٿيندي؛
پوڪ ٿيندي پلي پلي، واه! واه!! جو روڪ هلي! هلي!
چڪ چڪيندي رهي؛ ننهي ماسي ساه پرندي رهي.

اڌ رات تي مس ته چانڊل گس گوندڙ جا ورتا. ايسرلعل جي اکمن کي ته اوجاڳو هوئي هو. شايد اهڙي ڪنهن وره جي اوستا ۾ چيو اٿس:-

اديون اکمن کي اوجاڳو، ٻاگي پمنر آيو؛
معلوم ٿيو مٽي کي، ايهو هڪ سورن جو سهاڳو؛
سمهون ڪمن سرائون، اوهين جوڊ جيڏيون جاڳو؛

لوڙي لڏم لعل کي، ايهو سر تيون سڄڻ ساڳيو ؛
اڏيون ايسر جو تيو، بخت بلند سپاڳي .

وستي وڻڪار ڇڏي ٻئي پٽن پيڙا تيا. ايهي پٽون سنگڙار جي پرسان آهن. ٻڙه ڦتي ته جان کٽي ماڻ اک، اُنهي ڏسي ته چوکَرِ ٿهي ئي کانه. زال مڙس مساڻن ۾ اچي دنگ کيو. اُتِ به کاريءَ وارا ککه. مساڻن مان ٻيرو کڻي پٽن ويجهو تيا ته ايسر ۽ مائي چاندل کڻي جهنگ منهن کيو.

## گرنار

سپريان جي سڪ ۾، مونسان ٻيلي کونه ٿيو. (سچل)

ٻنڌ ٻريمي ٻنهندا ويا. وقتي منهن ٻوڻتي کري نهارن به ٻيا ته ويجهو ته نه اچي ٻيا آهن. وکون به وجهندا وڃن، ڳالهيون به کندا وڃن، دلِ به اڏيندا وڃن. عشق جو اسرار آهي جو رات کاري ٻاتَ جهڙي ٿي. نه ڇجي، نه به ٻريمي ٻنڌ ائين کپيندو ويندو جو چڱڪ رستي سان کي جهواٽيون ٻر اڏيون ڳنڍيون ڳنڍيل اٿسِ. هڪ طرف ڏانهن چاندل مائيءَ کي ماڻ ٻيءَ جي ڇڪ ته ٻي طرف کان گرناڙ جي اساتَ. گجرات ۽ ڪڇ جي وچ ۾ هيءُ اهي ٻهاڙ آهن جنهن جي جدا جدا ٻاڳن ۾ گودڙين ۽ گوسائن، جوڳين ۽ جٽا ڌاڙين، سنياسن ۽ بيراڳين، جڳن جا جڳ الک ٿي جڳايو آهي. اُج ۽ ٻک جو ويچار وساري، لوڪ لاج کي ميساري محبتي مستان اکيڙا وساري ٻنهنجي اسات کي اپاڙڻ ليءِ اچي ات دونهي دکائي وهندا ٿي رهيا

آهن. منزلون هڻندا اچي اُت رسيا جنهن جو اشارو اڳي ذڪر ڪرڻ واري پارَ ڪيس ڏنو هو. ايسر ٻه مجاري مَڇ ساڻ ڪنيو هليو هو ته هوءِ ٻه پولَ ٻڌيِ، سڪَ ڳڌي سهيلي ۽ سيوڪا تي گهَر تَرڪ ڪري، ٻَرَمِ بازار ٻنائڻ ليءِ هلي هوت سان. ماءُ پيءُ نه اڪين اڳيان اولـده ڏسي ۽ پنهنجيءَ لاڏلي ٻالڪيءَ جو ڪو پتو پيچرو نه پائي منهن مٽائي اچي گهر پيرا ٿيا. هو ڏالهن هيءُ ٻه ٻنواسي ٻهاڙن جي ڇرن ۽ غارن ۾ چوڏهان سال گهاڙڻ لاءِ ويهي رهيا.

سري رامچند پنهنجي پتا جي قول ڪي پاڙي ڏيڻ ليءِ چوڏهان سالَ ٻَن پوڳيو. هتي ايسر فقير ۽ مائي چاندل ٻهاڙن آيِ دَمَ جون ڏنوڻيون ڦوڪيندي، نفس سان جنگ جوٽيندي، عشق جي راندِ رَچائي. عشق لهين ڪوئي ڇرڇي بازي، سولي پر وي چڙهدا وي" عاشق جي سيجَ سدا سولِي تي سيهنگاڙيل ٿي رهي. ميران ٻه ته چيو آهي "سولي اوپرِ سيج هماري ڪِس بِڌِ سوڻا هوءِ." اهڙن پاڪيڙن ڪي فقير خيرمحمد جي هدايت شايد اندرون ئي ٿي ارشاد ڪري جو چوي ٿو:-

ٿيءُ مهوس، گهن مرشد، پوٿي قلب ڪماوين،
ڳهتِ سهاڳا، ڌاتي والا، ٻوڪي نون باهه مچاوين،
تفنگ تفنگ ٿي، ناڻِ ٻادي، جسم دا جهڳڙا لاوين،
پيچ ڪوٺاري، ٻڻ ڪيمياگر، اهي هَٿ هلاوين،
پهه خاص خير، وي خير محمد، سڌري نون نه سلاوين.

ايسر کو سڏ ڙيو ته ڪونه هو. هنڪي ته طلب لايون بيٺي هئي. ڀهريندي هن تي حال نازل ٿي چڪو هو. هو ته حق جو طالب ٿي غالب ٻنجي پيو ”هوهو“ جو. ڪائنس دين ڌرم وسري ويو. سچل واري چڪي ڪيس طور سينا تي سن ۾ حاصل ٿي چڪي هئي. لاشڪ سرمست جو سر هنجي سيني ۾ سمائجي ڪيس مست ڪري رهيو هو.

وسريو روزو، نانهين يـاد، نماز مونکي؛

ڪيڙو مست، ٻـرين جي نـــاز مونکي؛

١- شوق شراب ٻڌان، ٻروَتِ راتيان ڏينهان؛

ڪو ڏهي وري قاضيءَ، ملان جوانحاظ مونکي؛

٢- وائي واتِ ڪهائي، جيڪا مونکي ٻرين؛

سر ڏنو سوز سچڙ، جو آهي ساز مونکي؛

٣- نيڻين ننڊ حـرام آهي، وَتِ روز ازل؛

اچي وري هوهو، ٻرين جو آواز مونکي؛

٤- سچل مقصد سارو، آهي وَتِ الله؛

ڏس ڪوئي ناز ٿنهنجي جوڪوئي راز مونکي.

سچل سرمست جي چائنٺ ڇمي، نمي ڪمي هليو هو ايسر عشق جي سفر تي ڏکم هيٺ. اهڙي مسافري من گهري سناءَ ٻڌائڻ رڻنتي نتي سگهجي. سستي عورت هئي، مگر ڪيس جگر ۾ جوش شير جو هو ته ٻه ڪڏهن هن ائين ڪونه چيو ته ”مـان“ ٿي هلان. ويسر مان هام ٻه هڻند و ٽڻي جي پانڌي ته جهاڪو ۽ جهوپو اهڙو ته اچي اوچتو ونڌس

جو جهامَ ڪائي چولدو، "آهيان وَس ونڊر انهن جي، هلائن
ته هلنديس، ٻيهارن ته بَسِ." ڪيڏيون نه ڪاريون راتيون
ٿيون ڪاٽيون ٻون، ۽ اونداهيون اڪيلائيون. جڏهن وس
۾ وسنو هوندي ته، بي وَس ۽ بي گسِ ٿيو هو پيانئين پاڻ ٽِڪِ ٻلنڊڪ
عمرف سندس پاڳِ جو پاڳو پنوندو ٿو رهي. لهي ته اهڙو
وري ڇا ٿو؟ روحَ جي رات انڌاري آئي ته عشق ۾ اونداهيون
اوڪايون، آڌائين اڻنايون اکين ۾ آڪيڙو ڪنديون پيون
رهنديون. پالتيءَ ڪي آٿت وري ته ڏئي عشق ٿو، نه ته هوند
ڏکَ ڏسي هنياءَ هيٺون ٿيو پوي. ڪائنات جي پيدائش
ئي آهي عشق جي، سو ڪٿان نه ڪٿان، ڪٿن نه ڪٿن
ڪٽي اچي سندس جهوليءَ پري ٿي ٿئي ۽ هو قوليو لٿو
سمائجي. ايهي گهڙيون گهٽ پٽ جون گهاڙڻ ڏکيون
ٿيون ٿين، ايسر ڪي اڳيان وندر جو وسيلو هو. الهيءَ
هوندي به ڪيس سوڙهيءَ ڳليءَ مان رڙهڻو ضرور هو،
ڪتا ڪيترو به پونڪندا چونه رهن.

## —:(وطن ورڻ):—

ٻن ڪاٽي وري وَرَڻ جو ويچار ڪيائون. منزلون
هڻندا وري اوائلي وٿاڻ تي اچڻ جو ارادو رکي هليا ۽
آهستي آهستي اچي نيٺ درِ رازِ وٽِ رسيا. کهڙي چِڪ
هئي ايها! کهڙي راند هئي رَسَ جي؟ کهڙو گُس هو
گوندرَ جو؟ قدرتَ ميلَ وڇوڙي، اُس ڇانو، خوشي غم
غريبي تونگري جو چرخو هلائيندي سڀ اُپرائيندي لاهيندي
ٻي رهي آهي. زندگي ائين ئي ٻي ٿهي آهي. وهڪ ائين

واهيءَ ۽ واهڙ جي ٻي وهي آهي. وَهه تِڪ، واهڙَ اِڪ ۽ ٻه نيڻهن تڪَ نرالي! ايسر ٻنواسي آيو تہ سخي سائين ڪَٽ تي ويٺا هوا. دستور موجب راڳَ جو دور چالو هو. صدق ۽ سڪ وارا سائينءَ جي صفت جون سرڪيون پري رهيا هوا. هيءَ ٻالڊي ٻه سالن جو سڪايل گهايل هو. چونڪي چهڪي رهي هئي تہ ايسر ٻنهنجي اندرَ جو اوراڻو ٻنهنجي ٻرينءَ اڳيان هيٺينءَ ڪافي ۾ ٻلتي ڇڏيو.

الله حمد ٻـڙهان ويهي هَٽ تي،
محبوب ماڻيان خوشيءَ کَٽَ تي.

١- ٻلنگ ٻتر ڻيون طول وهاڻا،
ملي محبوب سان ڪرهان گَڏ ماڻا،
شل جيوين ٻير ڏريان ٻَبَ ٻَٽَ تي، محبوب ماڻيان......

٢- ڏرم ڪرم آهن غم جا ڪاهل،
سوالي تنهن جي سِرَ جا سائل،
شَلَ جيوين، ليٽان لالن سان لَٽَ تي، محبوب ماڻيان......

٣- حمد داود، ٻڙهان شڪرانا،
موکيا مٺي تـــان لالـــن طعنا،
ٻيچـان ٻيٺوءَ کـي وَٽَ تي، محبوب ماڻيان......

٤- ٻارو ٻورن ٻٽي هِنِ ٻورا، صٺا ساڏَ سچا هن سورا،
گوهر گڏيا هِنِ کَهٽَ لي، محبوب ماڻيان خوشي......

٥- قلب ڪريم ڪميعو ڪارو،
وريو ايسَرِ جو هاڻي آهي وارو،
شل جيين محڪم رهان ٻنهنجي مَٽ لي، محبوب ماڻيان...

## ”ٻارو شاهه“

ٻارو شاهه، روهڙيءَ جو رِندُ، عجيب غريب فقير ٿي گذريو آهي. سنڌ سن ٻالڪي وسط جو وڻاڻ اِهان وسندو پيو ٿو رهي. سرڪاري نوڪريءَ کي ترڪ ڪري هُن ٻاڻ پنهنجي ٻرڻءَ ۾ فرق ٿيڻ لاءِ ٻهاڙن جو ڌنڌو اختيار ڪيو. سالن جا سال روهڙيءَ جي ٻـــر ۾ اُنـريءَ جي اوٽ ۾ هُنن ويهي ٻاڻ پچايو. ذات جا سونارا هئا. ابن ڏاڏن کان پنهنجي هنر جي حرفت اختيار ڪري هُدن منيءَ کي مٽيءَ وارو ويهي بنايو. هُـڌ چـم رت جي پتلي کي رتائون ٻٽائي سها ڳـــ جي سپرد ڪيس ڪٽي ڪمائون، تان جو هنن سموري ڪيمياگري اُنکي سولپي. مست، الستي عاشق، هُـڌ چـم جي حسن تي نه ٿِرڪي هنن ڪڙڪي کولي خاوند جي دربار جي، جتان راس ڏينهن جمال جو جام حاصل ڪندي هو جلالي ۾ ويـــا وڃندا. ايتري قدر جو سندن سِرتي پرواز ڪري سندن ٻرين کي سروپ ۾ ديس پرديس درشن ڏيندي، سندن حامي ۽ همراهه ٿيندي هئي.

”ڀارو شاهه“ بيدل فقير جو همعصر هو. سيوهڻ ۾ هڪوار سندن ملڻ ٿيو. فقير کين سڪي سوائي وٺڻ جو سوال ڪيو، مگر سائين ڀارو شاهه فقير کي چيو ته اسان جي سڪي لاءِ وسڻ روهڙيءَ آسائو تر تي اکيون وجهي ويٺو هوندو. اسان هاڻ اهو وڃي حاضر ٿينداسين. پير و پيڇڻ روا نه ٿيندو. سهڻيءَ نه پيرو نه پڇو. گهڙو پڇي ٻيس، درياهه ۾ لڙهندي وئي ته به چوندي رهي ”گهڙو پڇو نان گهوڙيو، پڇي تان مَ گهري“ عام ته چوندا ڪو چڱو وقت ڏ. مليو، هٿ نه چيو ڪيو، ڪٺي ٻوءِ ٻرين وٽ پلهءَ پائيو“ مگر عاشق ته وقت کي واڌ ڪرڻ جو وجهه ڏيندا ئي ڪين. کين يقين آهي ته جي وقت کي ويسائين ڏني سين ته مون گهاري وجهي ڀاڙي ويندو پار ساري.

ڀارو شاهه رات ڏينهن راڻل جي ڏڻ ۾ هڪ ڪري چڙي ۽ آڏي اَڏُ اُها جتان لوڪاڻي لَڏ لنگهيو نه لنگهي. صدق ئي سوليءَ تي منصور کي چڙهايو. سڪ ئي ٻلي کي ڪنڊيءَ جو وس ڪرايو، اباڻن جي اُڪير ئي ٻيڪس کي راتيون ڏينهان روئاڙيو، ڏهاڳ، جي ڏک مومل کي راڻي خاطر ڏاڍيهه لي چڙهايو، ”آيري ڪارڻ مڃن سڀ جڳ چوڙيا“ ميران کي

محبت ۾ ڇوڙايو. ٻارو شاھ کي ٻار و ڇوڙ جي سڪ ۽ ڇڪ ھئي. ڇوندا ئي ھوا ٻارو ٻارِ و يو.

روز مرّہ جي زندگي ھئي بسنديُن بندگي. گم ھئا ٻرَ يم ننگر ۾. وقتي کين گم اچي ٿيندي ھئي ھن جڳہ جهان جي، نہ ڪہ ٻيغمبور جي ٻاڙار جو سڦر ڪندا سائين جو نظارو ڏسندا ھئا.

جڏھين موج ۾ ايندا ھئا تہ سائين وسڻرام جي آستان تي اچي پنھنجي ٻالڪي کي چوندا ھئا "وسڻرام اوھان سکمني پڙھو تہ مئو اُنجو ارٿ ڪندو وڃي. ايھو مئو ديوان مينارام سڄا لسنگھہ ٻاڪٽر روچلداس جن جو مربي ٻاءُ ھو. ھو وسڻرام جو ٻالڪو ھو ۽ سدائين پنھنجي ستگروءَ جي حڪم ۾ ھلندو رھندو ھو.
ٻارو شاھ جو ٻہ مٺن ھٽڙو ھو. ھڪواري ٻارو شاھ کيس چيو "مئا، اسان الله آھيون" ھت پڌي مئي کين چيو، سائين، اوھان ۽ الله ۾ جيڪو فرق سمجھي سو ڪافر آھي" ٻي دفعي سائين وسڻرام کي چيائون "وسڻ اسان، اوھان جي آسائو تـر تي مٿ ٻريا آھن."
ھڪ وقت سيوڪ جي صورت اختيار ڪري نماڻائي دارِ واري ڏيکاري، لوڪ کي خدمت چاڪريءَ جو سبق سيکاريائون تہ ٻي وقت انا الحق جو دم ھڻي کين آخري منزل ڏيکاريائون.

رنڌن جي راهه ڏا ليءِ سندن ريجهه ۽ رسڻ جو
رستو ئي الوڪ ٿو ٿئي. شش ته گهڻا ئي شرڌا وارا
هئا سندن، مگر وسٽرام ۽ اوڇمرام سندن مکيه مريد هئا.
اوڇمرام لاڙڪاڻي نواسي هو ۽ ريلوي جو ٽائيم ٽيبل
ڏاهيندو هو. ڪيس وسٽرام سان ڪجهه قدر ريس رهندي
هئي. مريد وارا مرتبا جو هيار پاڻ لاءِ حيلا وسيلا
هلائيندا آهن. هڪواري خبر نه آهي ڪهڙي ڏوهه
ڀارو شاهه اوڇيءَ کي منهان لاهي ڇڏيو جڏهين سيٺي
راهون بند ٿيل ڏٺائين ته سرجي سنئين هٿ لاءِ ڏاڍيلو
ماليءَ جو هڪ هٿ ۾ ڪٽي ۽ ٻي هٿ ۾ ٻوٽل جهلي،
هو اچي پلاٽڪي ويٺو هي ۾ سائين ڀارو شاهه جي
ڏر تي سوالي ٿي بيٺو.

گهريءَ گهريءَ سوالي سدا ڪندو رهيو. سچا پاتشاه!
سچا پاتشاه! ڪنهنکي همت لٿي ٿي جو ڪٽي آنجي
ٻڌر ڪٽي سوال ڪري. سائين جي گهر واري ماتا گنگا
جا گهر جي هيٺين طبقي ۾ رهندي هئي سا به منهنجي ڀچري
جو حال ڏسي قياس ڪندي رهي، مگر ڪيس جرئت ئي
جڙي نه سگهي جو ڪٽي عرض ڪري سگهي. ڏينهن
گذرندا ويا. اوڇيءَ جي سدا هلندي هلي مگر هڪ ٻه
هوت وت قبول نه پيس. ڪک ڪولهه ٿيو. ماڳهين منٿ

جو و تيون هليو. شاهه جو ارشاد خوب عمل ۾ آڻيندو رهيو ”جي ليلائي نه لهين ته تان مڙ ليلائيج“ جسم نيٺ ٻهي ٻهي آس ۽ پياس ۾ جهڙي ٿيو. ڪا مهل ٿي اوچي ساڻو ٿي ڪري پيو. پارو شاهه پار جي پاڏائڻ ٿي نه پهتو ته سنڌس ڦهه ٿي ڪرڻ لئي جهٽ پٽ لهي آيا. ڪنهن گود ۾ سنڀاريس، ماتا گنگا کي چيائون ته ڪپڙي جلد ڪري وٺو. ويرم ٿي مالا ته وڏي. ڪپڙي تيار ٿي، جا سائين پنهنجي هٿن سان اوچيءَ کي ڪارائي. جڏهن وئي پڇي لڙيءَ مان هيٺ لهندي تڏهن وڳي مڙس ۾ مٺيا ۽ سٿا وڏ لڏي. جڏهين اکيون اُڀي محبوب جي اکين ۾ ڏٺائين ته هٿن ڪلي ڪيس چيو ”اوچي، سونارو ماءُ جي لٿ مان نه چوري ڪرڻ کان ڪين ڪيٻائيندو آهي، مگر تون اسان کان نه ڏٺي وئين. اوچي مستيءَ ۾ اچي ويو ۽ پهاڙن تان اُڪري وطن وڃي رسيو. رندن جو راز پروازي ٿو ٿئي. وسط سائين جي رنگ جي ڪهاڻي عجب هاڻي آهي، نه لاله ڪوڙومل جي قرب جي ڪٿا حيرت ۽ عبرت جي ڪهاڻي آهي؛ چيو اٿن ته ڪرمن کان ڪرپا جي ڪرڻي ڪٿي کان آڪٽ آهي، فقيرن جو ايڪي ڪريان ۽ هٿن تي سر سيرو ٿو ٿئي. حضرت عيسوي وٽ جڏهين

هڪ عصمت فروش عورت کي ٻڌش ڪيو ويو تہ هُن کين چيو
"عورت گناهہ کان ڪنارو ڪر" ايها عورت هڪ اعليٰ درجي
جي خدا رسيده ٿي پئي. ٻارو شاهہ جي زندگيءَ ۾ بہ گهڻائي
گهٽ اخلاق وارا آيا هوندا جن دنيوي خواهہ باطني حاصلات
حاصل ڪئي هوندي، مگر هڪڙو مثال اخلاق جي
ٺيڪيدارن اڳيان رکڻ واجب ٿيندو. ڪهڙو بہ ڪم فهم،
بد اخلاق، انسان صفائي صاحب سان رکي زندگي بسر
ڪندو تہ صاحب ستاري ساڻس آوس ڪندو. لالہ
ڪوڙو مل سيوڻ جو رهواسي سائين ٻارو شاهہ جو
لاڏلو هو. سوال عقل وارا ڪندا تہ رندن کي بہ لاڏلا
ٿيندا آهن ڪئين؟ جواب ۾ صرف ائين چئي ٿو سگهجي
تہ هن عاشق الستي کي بہ هڪڙو هو، جنهن کي گرمي
جي موسم ۾ سمهاري مٿس جهليءَ سان هوا ڪندا
هئا. پر جي ڪين جهولو اچي ويندو هو تہ هو اُٿي ڪڙو
ٿيندو هو ۽ ڏمرجي فقير تي ڏڪوئل جي ڏاڙهہ ڪندو
هو. الهيءَ هوندي بہ هو مشڪي وري جهلي لوڏڻ ۾
لڳي ويندا هئا. هي ڪوڙو مل جي اهڙي لـہ مٿن
سنت هوندي هئي جو ڪو بہ ڏکيو ڪم سائين کان
ڪرائي وٺندو هو. دنيا تان پير ڪڍڻ وقت سائين ٻاڻ
سيوهڻ کهي ويا ۽ کيس چيائون، "ابا ڪوڙو اسان
هاڻ هلڻ وارا آهيون، جي اوهان چئو تہ پنهنجي جهان
جو سک اوهان کي ارپي ڇڏيون پر جي چئو تہ

دنيا جا مال ملندا اوهان کي ميسر ڪري ڏيون. ”لالہ ڪوڙومل ڏاڍا ٺاٺائي سان ڪين چيو ”سائين دعا ڪيو تہ شل ٻس سان رهجي اچي. ٻارو شاهہ ٻيو دفعو وري ساڳيو سوال دهرايو، پر ان دفعي بہ لالہ ساڳيو جواب عرض ڪيو. آخر ٽيون موقع فقير پنهنجي ٻاري کي ڏنو ۽ ٽيون دفعو بہ ڪوڙومل اهڙوئي جواب ڏنو. چون ٿا ڪوڙومل اخلاق جو ڪمزور هو مگر سندس صدق شهہ زور هو جنهن هوڙي رلڻ جي روح کي رليي ورتو ٿو ڏسجي.

پورنداس روهڙيءَ جو هڪ ٻيو ڀڳت سنت ٿي گذريو آهي جنهنجو ذڪر ايسرلعل مٿينءَ ڪافيءَ ۾ ڪيو آهي. ڪيس الهن پورن هستين کان بہ محبوب پنهنجو پيارو ۽ نيارو معلوم ٿيو. هر ڪنهن رلوليءَ کي ڪيت پنهنجو سپني سونهن وارن کان سير سرس معلوم ٿيندو آهي. پيٽ بي سود آهي. ليڪن ۾ نابوديءَ بعد ئي انسان ۾ عود جي خوشبوءِ کان اعليٰ عطري فطري پيدا ٿي ٿي.

## روهڙيءَ ۾ رنگ

ايسرلعل کي چونڪيءَ پوري ٿيڻ بعد حڪم ٿيو تہ هاڻ اوهان روهڙي ۾ درياهہ جي ڀر ۾ پپل هيٺ وڃي ديرو دمائي آسڻ ڄمايو. حڪم ملندي ئي مائي چاندل ۽ فقير سائين ڪڙي کڻي اچي اشاري

مليل - ننڍي مائي راجا واري آستان تي اچي رسيا . اُت فقير دم جي محنت اهڙيءَ ته مستيءَ مان ڪٽي جو چون ٿا ته رات جو پپل ۾ ٻاڻ لڳائي ڇڏيندا هوا ۽ مائي چاندل هيٺان ٻلوٽ جهلي وهندي هئي ، ايها ڪار سالن جا سال هلندي آئي ۽ هو پپل پرسان گهٽيءَ ۾ سڪ وارن درپار نهرائي .

ايسر لعل جي سمي ۾ روهڙيءَ جو صوفيانو چمن اجان اُجڙ ڪان آجو هو . ڪمائي وارا فقير اجان به وطن جون واڳون جهليو بيٺا هوا . بيدل فقير جو جنم اگرچ ١٢٣٠ هجريءَ ۾ ٿيو ۽ ايسر لعل جي ساڻس ڪا صحبت سرهي ٿي يا نه . ڪا به گواهي ڪانه ٿي ملي سگهي جنهن مان ثابتي ملي يا الومان ڪيري سگهجي ته پنهي فقيرن جو ميل وجهيل ٿيو هوندو ائين به نٿو ٻڪ سان چئي سگهجي ته سندن ملاقات ئي نه ٿي هوندي . قبول ڪٽي ڪجي ٿو ته جسماني طرح سندن ملڻ نه به ٿيو هوندو مگر ممڪن ئي ڪينهين نه روهڙيءَ جي جڏهين ٻتر ٻتر ، واريءَ جي قطري قطري تي فقيرن جو رنگ چڙهندو ٿي رهيو تڏهين هيءُ فقير، رلدن جي رنگ ۽ ولگ کان ڪٽن وانجهي رهجي ويو هوندو . راوي به هن ڳڻس ۾ خاموش آهن . مقم بيدل سچل سرمست جي درگاهه تي ٻڌ ڪيا ، ٻيرا پيئنيا پوءِ ڪٽن نه هن فقير چڪ چکي هوندي . بيدل کي

تہ دعائي سائين عبدالوهاب سائين جي هئي
"لهہ جهنڊا شنيسي" فقير جو تہ هيئوئي ايهو هوندو
آهي جو جت روحاني رحمت جو چشمو وهندو پڏندا
آهن تہ رحمت ۾ سر کري چاهہ مان چکي اها چکي
ايندا آهن جنهن مان کين جمالي خواه جلالي خيال جي
خاصي مخموري هٿ اچي ويندي آهي. تنهن مستيءَ
۾ پائي واسورام چڱيءَ محنت جا مالڪ هئا. سندن
پيءُ مائي رامي پنهنجي زماني ۾ چوکيءَ چڪ واري
۽ ڏياوان داتار هوندي هئي. سندس صورت خواه
سيرت سهائي ۽ سوجهڙي جي ساک چوڌير پکڙيل هوندي
هئي. ريل جي مسافريءَ جو سهنج اُن زماني ۾ ڪونہ
هو. فقير وکون ننڍ ۾ وجهي کو ڪال تہ مائي جن وٽ
وڃي ٿيندو هو. جڏهين جڏهين مائي صاحب کين چوندا
هوا تہ فقير صاحب اوهان تڪليف وٺي ٿا اچو ايها ڳالهہ
مونکي ڏکي ٿي لڳي. هاڻ مان اوهان وٽ ايندس تہ
فقير صاحب کين چوندا هوا تہ واجب آهي تہ اسان پير
پري اوهان وٽ اچون. ڪٿي بہ هجي بيڪس بيدل جو
لاڏلو ۽ نوجوانن جو نور نظر هو. بيڪس جنهنجو جنم ١٢٥٥
هجري ۾ ٿيو ۽ جنهنجو وصال ١٢٩٨ ۾ ٿيو تو وڃي تنهن
جون تہ ڪمتريون ئي ڪچهڙيون ايسر لعل سان ٿيون

هونديون مگر وياسي وينجهار جن وٽ جوڳيئڙن جي ٻچر ۽ ٻچار هئي ۽ جن مان الله لوڪن جي رفتار ۽ گفتار جي ڪم ملي سگهي ها. انهيءَ هوندي به هڪ به راوي ائين ٿا چون ته وقتي ويڪس فقير ۽ ايسرلعل وٽ ٻيرا پري ايندو هو. فقير فڪر ۽ ذڪر ۾ غرق هوندي غرق عمر ۽ منزل جو ڪٿي ئي ڪين ٿو. هو ته نور الاهي جو شعاع يا پنهنجي پيسي مس ته رس سنڌس ڪي ڪو به سبب روڪي سگهي ئي ڪين. زماڻ مان ڪين رس لو اچي. ڪُس جي اڱم مان ڪين چس ٿي پر پئي يا ٻانڌ پڙوءَ ڪي وڪ وڏائڻ مان ڪين واڌارو پنهنجو ٿو هٿ اچي وڃي؛ ڪٿن جو هو ويچا، وچونئون وساوي اچي ٻانڌ پڙن جي پس لي اچي ٿا پهچن.

هڪ ٻن اهڙن واقعن کي ذڪر ڪرڻ بي جاءِ نه ٿيندو. ويڪس هڪ واريءَ ڪن ساٿين کي ساڻ ڪري سفر سائر جو ڪرڻ لاءِ سعيو ڪري لکيو. سنگن کي چيائين هلو ته جندي جو ديدار ڪري اچون. ايهو ٻه ڪري پالري گڏ ٿي آيا درياهه تي. فقير ٽڪ هين کين چيو ”ٻيلي ٻيري ته آهي ڪانه. پلا ڪيئن ڪٽي پوليو

سنگت مان هڪڙي سا ڌ اکيون آڏ پولي ٢ لو ته پڌڻ
لڳو. رڙ ڪيائين ، آبا پڏان ٿو. فقير هڪل ڪري
چيس ”اکيون بند ڪر، اکيون بند ڪر“ هن حڪم
جي ادا وري ڪئي ته اچي پار نڪتو. اُن بعد ڪين
چيائين هلو ته شيهن ڏ پکار يالو. هنن کي وري اکيون
بند ڪرائي اچي ناري واري ٻيج ٻيلي ۾ تي ڪڍيائين
جت ايسر لعل ٻپل جي وڻ ۾ اٽڪيو پيو هو. سائين
کي چيائين ”ڏسو شيهن“ فقير تڏهن ٻه پر مان ٻيڪس
کي چيو ”شيهن اوهان آهيو جو پاڻ ته سير ڪري ٿا اچو
۽ پين کي به ٿا تاڙيو.

خبر نه آهي ته ڪهڙي مراد سان ايسر لعل پاڻ کي
اُبتو ٽنگيندا هئا. يوگ موجب سر يش آسڻ يوگي زمين
تي سر رکي آسمان ڏانهن ٽنگون ڪندا آهن مگر عاشقن
جي سرڪردي مجنون ۾ وڌي منزل سنڻ بعد پنهنجي
محبوبه ليلان جي حڪم ملندي پاڻ ڪئي اُبتو ٽنگيو.
ايهو ڏس تڪ کي دور ڪرڻ لاءِ مفيد سمجهيو ٿو
وڃي. ايسر لعل کي به ڏينهن رات جو دم جو پند سنڻو
پيو هولد و هو تعهنجي تڪ دور ڪرڻ لاءِ ئي ڪندا
هوندا. ايهو واقعو شايد شروعا تي پنڌ وقت ٿيو هوندو
چاڪاڻ ته مستي ۾ جي موج ۾ هو پاڻ کي الله سمجهندا
هئا جنهن هنين سلوڪ ۾ چيو آ ٿن.

وچ ايسر دي ايشور اوهي، ايسر نام ڏ ريندا هي؛
ٿر الله آپ آکيندا هي.

سرلي ۽ ورلي جڏهين اُڌاري ڪائي، اُلهيءَ اُٿاهينءَ
چوٽي واريءَ سرتيءَ ۾ سمائجي ٿا وڃن تڏهين اُهي
انساني حدون لتاڙي الاهي اننت سرليءَ ۾ ٿيو پون.
حدن جا بند ڀڃيو ڀيون چون "مڻن خدايم دَر موج اکيم؛
آهيان مان ٻاڻ الله، عمقون ٿو عبد سڏايان؛ اوم برهم
آسمي؛ عين الحق." اهڙيءَ ڪنهن حال جي حالت ۾
خال ۽ خيال سندن سمينجي ويو ٿو ڏسجي هڪواري
بيڪس فقير سندن دَر تي اچي ڪيس نيا ڀو ڪيو ته
هيٺ لهي اچو. جنهن تي ايسرلعل کين ورندي ورائي
"الله واند و نه آهي." بيڪس فقير تڏهين چوائي موڪلين
"هائو، اهو الله جو ٻاهر ۾ سرندو يا وري زمين ۾ پور يو
ويندو. ايسر فقير تڏهين ورندو کين "اهو الله جو نه ٻاهر ۾
سرندو ۽ نه زمين ۾ ڪي دفن ٿيندو." فقيرن يا ڏٺيءَ
جي لاڏلن جي پيت عبث آهي. بيڪس فقير جوانيءَ
جي جولان ۾ هئا جو فقيرن کي قبرستان اڪرندي چيائين
"نه آهي مونکي طاقت جو هنن مردن کي اٿاري سگهان"
يڪيت دوارڪاداس هن واقع جو راوي چوندو هو ته
ان دم قبرون جنبش ۾ اچي ويون. اهڙا ڪيترا واقعا
پيا به ٿيا هوندا مگر هڪ نادر مثال هيءُ به آهي جنهنکي
عقل شايد قبول نه به ڪري مگر اڄ به پوک جا چاڙو؛

دماغي طاقت رکندڙ چون ٿا ته معجزا ايمان نه پيا ٿين؟ انهن جي، حقيقت جي گواهي پيا ڏين. هڪ واري ڪنهن وڏي ماڻهون جو پٽ روهڙيءَ مان ڪم ڏسي ويو. سخت جاکوڙ ڪندي، ان جا ڳڀا ڪي لڏي نه پار جو ڪو پتو نه پيو. آخر ڪنهن فريادار مان ڪنهن ڏس مليو ته روهڙيءَ جي نامياري فقير بيدل جي فرزند بيڪس مان ايهو ڪم سر انجام ٿي سگهندو. درازن جي درگاهه جو خليفو رسول بخش ان وقت ايمان پاڙ هو ۽ فقير جو سنگي ۽ راز محرم هو. بيڪس جو محبوب ڪنيا لعل هو. سندس پٽ تي زور پار آندو ويو ته هو پنهنجي پٽ کي چٺي ڪم جي پورائي ڪرائي. ڪنيا لعل کي چيو ”حاضر: نمر شام ويلي فقير سائين پٽ ۾ راند ڪندو آهي. اُن مهل يادگيري ڪو ڪيس ڏياري ته هو فقير تي زور آڻي ڪم ڪرائي ڏيندو.“ فقير جي ليکڪ جو وارو هو. ڪنيا لعل وارو وٺي رهيو هو. سواليءَ کي ايندو ڏسي هن الئيءَ کي اهڙو ته زور سان ڏڪر ڪٽي وڌايو جو اوءِ زور ڪندي چڱي پاڻيءَ ۾ وڃي پيئي. فقير الئيءَ پاڻيءَ مان اڳين ڪڍي آيا جنهن ڇڪ کي پاڻي تي هوئي ڪو نه! ايهو ڏسي سڀئي حيرت ۾ اچي ويا: ڪن يقين ٿيو

ته ڪم ضرور ٿيندو. اتي فقير جي واپس ورندي ڪنعيا لعل ڙسي پيئو. عشق ته راند آهي ئي رسڻ پرچڻ جي. فقير کان منهنجي رانجهن جو رسڻ برداشت ڪيو نه ويو. فقير چيو "ڪهڙي سبب هيءَ رسامون ٿا ڪيو" هن چين هن سواليءَ جو مٿي ڪم ٿي ويو آهيءَ سو ڪين لهي ڏيو "فقير سائين حاضر ڇٽي مريرو وڃي بيٺا ۽ خليفه رسول بخش کي اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏي چيائونس" بابا سائين ڏاڍا ڪاوڙيا ۽ رات گهرائي وٺندا جو چوندا آهن ته ڪراماس ڏيکاريندا ته گهرائي وٺندا اسون ۽. مر محبوب جو حڪم به ضرور مڃڻو آهي. ادا رسول بخش، مان هاڻ ٿيري پائيندس. جڏهين نه ڏسين ته اکيون منهنجون ٽاڪاڻين جيان ٿيون پرن ته ڪنيا لعل کي منهنجي طرف ڪاٽي آڇلائج جو هو تمام نفيس بدن جو آڻشي. خليفه جڏهين فقير جون اکيون مٽاان واڪر پرنديون ڏٺيون ته هن فقير صاحب جن جي حڪم موجب ڪنيا لعل کي ڪٽي فقير جي طرف آڇلايو. ڏسندڙ حيرت ۾ حيران ٿي ويا جڏهين هدن ڏٺو ته ڪنيا لعل فقير جي ڪڇي پاڻهن تي ويٺا آهن ۽ سڄيءَ پاڻهن سان ڪم ٿيل پاڙ کي دو جهلبو بيٺا آهن. چوڪرو ڏسي سندس پيءُ تمام خوش ٿيو ۽ ڪالتس دريا مٿ ڪرڻ لڳو. چوڪر

تڏهين ٻيءَ ڪي ڏسي چيو ”ابا! مونکي ٻڌائڻ ڪٽي ويا هوا. ٻڌارا جي هوڻل تي ڏان ٻي ٻڇا ٻم ته فقير سائينءَ جو هٿ منهنجي ٻانهن ۾ ٻڌي ڏيو ۽ اڄهو اوهان اڳيان آڻي اڇي حاضر ڪمائون.

سڀ ٻه اڇي لاهو ٿيو. رالله ڪرڻ جو ورڻ وڃهه ۾ ڪونه هو. سڀئي گهرن ٻنهجن ڏانهن راهي ٿيا. يڪبت دوارڪومل ۽ خليفه رسول بخش جڏهن فقير ڪي دَر تي چڙيءَ هوڪالاڻ لڳا ته فقير خليفي ڪي ٻاسم و تي چيو ”رات ٻابو سائين گهرائيندا.“ (ايها رات ٥ رمضان ١٢٩٨ هجري جي هئي. وصيعت ڪيائونس ته ڪنيالعل کي چئجي ته فقير جي وڃڻ ڪري مايوس متان ٿئي. هو ته مهاتيءَ ۾ ته سندس حڪم جي ٻيروي ڪندو: مگر هو ترت ڪان هميشه چاليهه قدم پري رهيءَ آترءِ او ٻيٿرن اواهه کان ٻهي ارشاد ڪريءِ مگر جي ڪنهن ٻه سبب ڪري هو ڏڪڻ کان سعدس ٻمرن جي رڃهو آيو ته فقير قبر مان نڪري سندس استقبال ڪندو“ فقير جي وڃڻ جو ٻڌي ڪنيالعل مايوس ٿي ٻيو ۽ بخار ٿي ٻيس. خليفه رسول بخش کان فقير جن جي وصيعت ٻڌي آئي اوٻن طرف کان ٻهي عرض ڪيائين ته بخار ٻي ڏينهن تي لهي ويس. ان جي لاٿي فقير

جي ڪلام جي مصرع مان معلوم ٿي ٿئي.

ملڪ منڪر نڪير آ وي، پڇينگي حال ايمان ڪا،
ڪهينگي هٿي ڪهان ڪنيا، ايمان دين هي ميرا.

## چوڏهن سالن بعد

ڪن جو چوڻ آهي تہ گرنار ڪان موٽڻ بعد فقير ايسر لعل کي ڪنهن بہ بني آدم کي ڀاڻ سان رهائڻ منظور نہ ٿيو. مائي چاندل جنهن لوڪ لاج، ڪل لاج جو ليڪو لتاڙي لعل ايسر جي پٺ ورتي هئي تنهن کي بہ هن هڪالي ڇڏيو. جالڪي ماتا سري رامچند سان چوڏهان سال بن ۾ گذاريا تہ بہ سعدس سوامي ڪائنس باهہ مان پار وجڻ جو امتحان ورتو. هوءَ ستي تہ پنهنجي شمع جي پل سان اوجل، پاڪ ۽ سلامت نڪري آئي. ايسر لعل ماتا چاندل جو متو ڪوڙائي، آڏ منهن ڪارو ڪري، گڏهہ تي سوار ڪري ڪيس سڄي شهر ۾ گهمايو. جڏهن سڄي شهر جي هنسي ۽ کلا سهي هوءَ پنهنجي پرل جي پول کي سچو ڪري ستي ٿي اڳيان آئي عجيمن جي تہ حسن جي حيرت، عشق جي عبرت منجهس اولي چڙ پائون. جڏهن جيو سڀ ڪي

ساڄن مٿان ٿو صدقي ڪري ڇڏي، تڏهين ئي نـ هو سگهي ٿو آڏي آڪيڙ و سندن سيني ۾. مومل سان به ساڳي ڪار هئي جو هوءَ چوندي رهي.

حال گهوڙيان، مال گهوڙيان، گهوڙيان لڏاڻو.
فدا ٿي فقير جو، شـَـل رسي ۾ راڻو.

## رياضت

چون ٿا ته فقير ساري رات پاڻ اٿو ٻپل واري وڻ ۾ لٽڪي، عبادت ڪندا هوا ۽ ماڻي هيٺ ٻيڪاڙيءَ وارو پاڻ جهلي ويٺي هوندي هئي. ائين ڪندي سال گذرندا رهيا. جنهن وٽي فقير جي رياضت وڌندي تنهن ويو ٻپل جو وڻ هريو ڀريو ٿيندو. عشق برباديءَ بعدئي آبادي، اَسَرَ ۽ اُپَـرَ ڪي الهام ڏيندو آهي. ايسر لعل جي عشق جي سرهاڻ ويئي پکڙبي. رجوعات به زور ٿيندي وئي، مگر ماڻهن جي پيڙ فقير کي پيري نـه سگهي. هو ڪين ڪنهون ڪيڏي پڇائڻ لڳا. ڪين چوندا هوا مولڪي يارِ تـا آڇيو. سنگت وقتي وقتي راللهِ چوٻپڙ ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيندي هئي ته فقير ساڻن ويهي چار چولڪ به هلائيندا هوا. الهيءَ رااللهِ ۾ به رمز روحاني رلائيندا هوا. جنهن شبد (٥٠) ۾ چون ٿا.

ڀارا ڀُرپا ڪرم ڪا سر لي، سر سر بارڙي هي.

واقعي هڪ هڪ هي سر ٿي ڪري ٿي جو ڪرڻ
ليٺو ئي ٿو رهي. لهي پيا اُڪري آجو انسان ڪسي
تڏهين ٿو ڪري جڏهين هو عشق جي ايوان ۾ ٿو
قدم رکي. اُتي ته دم دم تو بهه زاري آهي. گهڙيءَ
جي گهاري گهوٽ جي گهائي ٿي وڃهي. پڇهي وري
ڪنهن ڪي ٿي پاڪار دل جي؟ جنهن نه اُها ڏيال پڙدي
تنهن ئي ڳوٺ ڳڏي ۽ واٽ سڌي لڌي نه ته ٿيو پلو.
فقير ته سدا سڪ جي چڪ ۾ چڪيو ٿو رهي. تانگهه
تات ۽ تنوار سندس تن من دل ۾ جان تان جهڙي
تاري توالي ٿي رهي. مچ مچندو ته فقير بيو بچندو،
لچندو ۽ رچندو. الهيءَ ئي ڪوڙيءَ ۾ بيو هوندو ته
وقتي سندس والان حال جا خيال ڪلام جي صورت ۾
بابا مرادو اُيسر ڪائي لکريو ايندا ۽ گواهه ٿيندا
ڳس ۽ رس جا.

## ڪلام

ڪن الله لوڪن جو وڻ لهواڙو بهريندي ٿو ڏٺي ۽
مجازيءَ جي بوءِ ٿو ڏئي ته وري غاضي ڪنڌ ريل جو
بنجي حال هوت جي ۾ وهنجي، اچو اُجرو ٿي رضا ۾
راضي ٿي محبوب جي مشاهدي جو هوڪو ڏيندو
ٿو رهي. اجان به او اڳيرا تا ٿهن. هو نه مشاهدي جو

منزل ٿا ٻڌائين ۽ نہ پنڌ جو هنڌ ۽ نہ وري پيچ مهل جو.

فقير

هو ڳُمُ ۾ ڳُمُ ٿا رهن. ڀڄن فقير جي ڪلام ۾ نہ صرف اوائل جي پنڌن جو پراڻو ٿو پر پٺي مگر قدم قدم جي ساز ۽ تار تي هٿ اچي. ڪٿي ڏس تہ عام کي صلاح آهي نہ وري ڪٿ خاص کي اطلاع آهي. ڪٿ مجازيءَ جي مام آهي تہ ڪٿ حقيقي جي هام ۽ جهام آهي. انهيءَ مان ائين وسهڻ جو وجهہ ۽ منجهہ لڌو ملي تہ فقير جي خيال کي استقامت نہ هئي يا هو صرف پانڌيڙو هو ۽ سسئي وانگيان رلي مئو. هو نہ پنڌ پڄندو، لوڪ لاڄ، ڪُل لاڄ لٽيندو پاڻ وڃائي، ايشور کي پائي پوليندو رهيو.

عاشق هو اول کان اسم جو. جسم تہ صرف وقتي دلي وانگيان هن حڪم پٽاندر اختيار ڪيو. مگر اولاهن ۾ نہ ٿو لهريون لس ليٽ جي ڇڪ ڇڪان ۾ ايهو پاڻ مرادو پري پيو هوندو. ڪجهہ تہ ليٽ ڪجهہ آهي؛ مگر سڪ جي ڇڪ ساري سمڪ کي وڃائي، پائي تي پاڻ کي درياهہ ۾. سهڻيءَ سياهہ ڪئيان مگر قدرت ۽ قادر ايهي آخر تائين قائم نہ رکيا. جيڪڏهن پانڌيڙو پرين جي پار پنڌ ڪندي ايهي

وسلا ۽ وسيلا ترڪ ڪري ته، ور ڪي وري لڌو سگهي. جيڪڏهن سالڪ ڏو ڳولي، ته ۽ گهير ڏو جاچي ته ”هو“ منجهس ماچي ڪٿي؟ - ايسر لعل انهن فقيرن جي دعوي منجهان هو جن لاءِ سندن سچو ڇٽي ويا آهن.

## رند

عاشق، رند ڪٿي ڪوئي يار، ليسين يا نه ليسين؛ هوتي ڀيا هوسين سو چاڙهو، راتيان ڏينهان رب سين؛ ڪڏهان ڪا آفتاب نه اڪيدا، عاشق مول نه ڇپسين؛ ايهي نشانيان تنهن ديان هونديان، سچو صلح اهيندا سڀ سين

ايسر لعل اول عاشق، آخر عاشق هوا. هو سدا پنهنجي پريتم جي محبت مستيءَ ۾ مگهن رهندا هوا. اهڙن عاشقن لاءِ سائين قطب شاهه هنريت فرمايو آهي:-

تن- لڳي لاهوتن ڪي لاڳ، من ۾ مچ مچائن ٿا؛ من ۾ مچ مچائن ٿا، حق جو هند پچائن ٿا؛ تاب ڪنول ڪان نام اڻائين، ڪنت ڪنول ۾ واٽي ڏاهين؛ ڪري سخن مرشد جو ساڃ، سر ۾ سرت پچائن ٿا؛ تن تنور عشاقن چاڙهيو، هڏ چم تنهن ۾ بارڻ بارئو؛ چاڙهي رنگڻ دين دريا، ان ۾ باط پچائن ٿا؛ دونهان دل ۾ درس وڌائون، ڪايا ڪانون ڪري جلايائون؛

ٿين الکم اندر اثبات، پا هر پاڪ نہ چائين ٿا؛
قطب ڪوڙ دنيا جي بازي؛ تارڪ ٿيندا ڪي ڪي غازي،
ترڪ ڪيائون طمع ڪي، اندر نام آچائين ٿا.

عشق جي آگ جڏهين پرڪا ڏئي ٿي ڇپيون ڪڍي ۽ دن وتان دم مٿي ڪٽندي جڏهين آهو ذري ۽ وٽ ڏي اچي رسي تہ واٽي ٿي اچي وسڪاري وانگر وسي.

جڏن جڏن تار تن ڪي ٿي ڪسي تہ راڳہ رس ۾ جسن ڪي رسي، هسي پيو هسي؛ رويون پيو روئي. پوءِ ڪير انهن لڙڪن کي لڙهي ۾ پوئي؟ اکري علم کان غير واقف هوندي بہ عاشق عالم ٿيو پوي. بيدل فقير تڏهين تہ وڏي واڪي چيو "اکران دي وچ جيڪوئي اڙيا، عشق وي چاڙهي مول نہ چڙهيا" ۽ وري پي هنڌ ٿو چوي:
"عشق بتا وي راهہ، عام آکن گمراهي وي.
جي ڪو ٿيوي عشق دا بندا، پاوي شهنشاهي وي"
ابهي گفتا عاشق جا آهن. سندس فرزند عاشق هو مگر پيءُ جيان عالم نہ هو تہ بہ نسورو ڪوڙو نہ هو.

ايسر لعل ڪلام چوندا هوا. ڪلام گهڻوئي چيو آئِن جنهنجي تفصيل وار اپنار آئينده ڪنهن موقعي تي ڪبي. هت ايهو چوڻ ڪافي ٿيندو ته ڪلام ڪٺي وارو، رهڻي رندانيءَ واريءَ جي راهه جو جهلڪو ٿو ڏئي.

سندن سڪايل ۾ سرڏا وارا ته سوين هوا جن جي محبت ۾ صحبت جا قصا به ڪيئي آهن؛ مگر آنهن جي ڪسوئيءَ تي پرکه ڪرڻ ڏاران ظاهر ڪرڻ واجب نه ٿيندو. انهن مڙني مان هڪ پن جو بيان عيان ڪرڻ لازمي آهي. سرڏن سندن پالڪو هو. هن فقير جي خدمت، چاڪري، ٽهل ڪري پهل، حاصل ڪئي. چاندل جي چنڊ جيان هني ته سرڏن سرڏا، سڪ ۾ سيوا جي صورت هو. هنجو به ڪلام ڪافي درد وارو آهي. هنجي واڻيءَ ۾ به وڏيل جون وايون ۾ ڪٺل جون ڪوڪارون ۾ پڪارون آهن. هڪڙي ڪافي جون مصراعون سندس سوز جون ساکه پرينديون ته هيءَ پانڌي باکه ليءِ ڪئن نه ترقي رهيو هو. آهي بيت هنريت آهن:

آڏيون، منهنجا ڪاڏي ويا دلبر،
سدا سانگن ڪي آءٌ ويٺي ساريان. اُنهن پرين جي پچر؛
ڪيچي منهنجا، آءٌ ڪيچين جي،
ويڙهي جن جا وڻ مان ڏسان ٿي اُنهن پرين جي پچر

سسئي جي ديس ۾ ڪئين نه هئن فقير
تصور ڪيو آهي ڪيچ جو. پيچ پنهون سان پائي ويس
سان ڪئن سورين سمهين. باهه عشق جي ٻرندي رهي.
چٽنگم اُداسي جا چولي ٿي پئي سا ڪئن ماٺي ٿئي. آها
ته دم جي ڦوڪ سان پرڪندي ٿي رهي. پوءِ ته ڏينهن
رات آهي هل هلان.

سرڏا ۽ صدق وارا گهنائي پيا ٻه هوا. آچ وچ
گهڻن جي هئي مگر آهي چڙڪ ناٽڪ منڊليءَ جا نايڪ
هوا. لکين ليلائن مگر جي وينا سي ورسيا. ائين آهي
ٻه، ته نه ٻه آهي. سچل سرمست پنهنجي خاص خدمتگار
کي شهر موڪليو. فقير کي موج مستيءَ ۾ اچي حال جو
خيال ٿيو. سڏ ڪيا ٿون خاصي خدمتگار کي ته ڪيس يوسف
جواب ڏنو ” قبلا، او ته شهر ويو، آهي باقي يوسف

حاضر آهي. فقير جواب ۾ڏي مانڊ ۾ اچي ويو. گهڙي گذري ته وري فقير سڏ ڪيو. يوسف وري به جواب ڏنو ”قبلا يوسف حاضر آهي.“ ٽيون دفعو جڏهين فقير سڏ ڪيو ته چيائين ”ابا جيڪو حاضر آهي سو هليو اچي. يوسف فقير اڳيان جڏهين حاضر ٿيو ته هن ڪيس نظرسان نهال ڪري ڇڏيو. پاڻي نهڻو جڏهين نه گرونانڪ وٽ آيو ته هن چيس پاڻي تون ئي لهڻا، اسان ئي ڏيوڻا. ايهي لهڻي ڏيڻي جا ليکا لوڪ ۾ لڙ ٿا وجهي ڏين، مگر ساڳي ڏي وٽ جــا معاملا مڪتيءَ جا پندار ٿيو پون. مطلب ته ايهي ڳالهيون غيب جون بي عيب ۽ پر معنيٰ ثابت ٿيو ٿيون پون. رمز جو راز رند ئي پروڙي ٿا سگهن. سگهن سڌ نه سور جي ته گهايل ڪئن گهاڙين.

عشق جي چپاٽ ڏاڍي ڏنگي آهه. ڪن ڪي مايا جوعشق مست ڪيو الست ۾ آڪاري ٿو ڇڏي ته وري ڪن ڪي ايهو مڪتيءَ جو خاصو ۽ خلاصو ڏر ڏيکاريو آڏي ٿو ڇڏي.

ڳالهه ٿا ڪن ته رانوتيءَ جو رهواسي ٻائي پنجومل هڪ دفعي بنديون ڪٽي روهڙيءَ ۾ فقير وٽ آيو. ڏسجي ۽ ٻڌجي ائين پيو ته هن جي پاڻ ۾ گهڻي وقت کان ڏيتي ليتي هلندڙ هئي. هو فقير کي تنگ ڪرڻ لڳو ۽ گهٽ وڌ لفظ زبان مان ڪڍڻ لڳو. فقير کيس چيو "ٻائي ڪس ۾ ئي رس آهي." پنجومل وري وڌندو ويو چي "سائين ايهو اوهان جو جس آهي نه." فقير تڏهين وري کيس چيو "ٻائي حساب ته الا جي ڪنهن جو ۽ ڪنهن ڏانهن. ترس ته ورس ٿيئي." انهي هوندي به ٻئسي واري کي صبر نه آيو ۽ هن ڪهڻي ۾ ته قدم وڌايو. فقير تڏهين جلاليءَ مان کيس چماٽ واهي ڪڍي ۽ پنج پيليءَ روهڙيءَ جي اوپر طرف ناري واري سهڻي ميدان ۾ هڪ وڻ سان ڪٽي کيس ٻڌو. چماٽ ۾ ڪو چمڪاٽ هو جو پنجومل چون چرا، چرڻ پرڻ ريءَ پنجانوي ڏينهن آت ٻڌو پيو هو.

فقير کي به ايهي ڏينهن اون ئي رهندي هئي.

هرروز ڪيس پاڻي پيارڻ ويندا هوا. ڪرپا واڻي تي لهندي آئي. دم اهڙي ڪاشٽا ۾ ڪاڻي پنجومل پران پنهنجا ٻي ڏينهن پرين جي حوالي ڪيا. ڪي چوندا ته فقير ڪيس ڪيو. ڪي وري فتريل ٻي ڏيندا. اڪ اڪ جو قير آهي. ٽيڏي پسي تي مگر هوت مڙ يوڙي هڪڙو. "ليکي وڏو لڙ، ساسي چئي سنسار ۾" مگر هت ته ليکو ئي ٻي طرح لهي ويو. پاڻي پنجومل ڪي پاڳن وارو تو ڏسجي. ان جي ساک فقير جي واڻيءَ مان ٿي حاصل ٿي. پنجومل ته ٻئسي وارو هو. لهڻو چڪائڻ آيو مگر قرض پور ٻلي جنم جو ڏيڻي الله لوڪ جي هٿان جنم جنم جي ڦيري کان فارغ ٿي پيو. اهڙا عجيب واقعا ڏيکارن ٿا ته جيو جا لاڳاپا ۽ ليک ڪهڙي عجيب نموني اچي ٿا ٺهن ۽ ڪئن وري آهي پنهنجو حساب چڪائي چڪتو ڪري سماپت ٿيو ٿا پون.

هن ننڍي انتخاب ۾ ڪلام جو تمام ننڍو حصو اچي سگهيو آهي. واڻيءَ جو پسنداڙ وسيع آهي، جو جڏهين لکيو ويو ته جدا جدا سپاون وارا سرڪيون وٺي سرها ٿيندا. انهيءَ ڪلام ۾ گهڻن ئي شخصيتن ڏانهن اشارا

آيل آهن جن جو ڳهاڻو سنهنڊ فقير سان هوندو.

سائين ايسر لعل عشق جي مڪتب ۾ علم ورتو جنهن جي اوٽ ۾ آڌار تي رهڻي رهندا واڻي چوندا رهيا. سندن هٿ لکيل ڪتاب سند طور پيش نٿو ڪري سگهجي. دلپت رام صوفيءَ جي ٻاريءَ مان سائين ڪيشورام جن جو ٻرج ولاس ٻرائين پريمن جو جهڙيل ٿو ٻڌجي، وقت گذرندو ٿو وڃي. آٿي، لٽي ۾ اجهي جي ڊڪ ڊوڙ ۾ انهن جي واڻي گم ٿيندي ٿي وڃي. انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو خزانو گمناميءَ ۾ گم ٿيندو رهندو ٿو رهي. ڳولائون هجن جي ڳولي گوهر هٿ ڪري سندن جلوو عوام کي ڏيکارين. واڻي روپ آهي فقير جو. آنجي سنگ مان رنگ لڳڻ جو اهڙو ۾ ايتروئي امڪان آهي جيترو سندن سنگ مان.

چوندا آهن ته ڪلام آهو جو ٻڌندي، يا پڙهندي دل کي آٿاري ۾ پرواز ڪرائي راز ٻڌائي يا راز معلوم ڪرڻ ليءِ ڪمر ڪشائي. ايسر لعل جي ڪلام ۾ مجاهد مرد جي محنتن جو عڪس اوس ٿو حاصل ٿي انسان جهد ڪندو ته اهو ڪيس گس ۾ ضرور گهليندو

۽ آسان اهڙي ۾ اچي ڪيس سوگهو ڪندو ۽ جو هو هنين جو پنڌ ٽڏيءَ تيءَ هموار ڪري مشاهدو محبوب جو مائيندو رهندو.

جسم ته خاڪي آهي. آهو اسم سان رهنديءَ پاڪي حاصل ڪندي ۽ نيت آنهيءَ منزل تي اچي ٽورسي جت سواسي وانگر سواس هو سونهن ۽ سرهاڻ پيو اوتي ۽ چوي .

نيڻن لا تو نينهن نور محل جي نات سان،
جتي سج نه چنڊ ڪو، نڪورات نه ڏينهن،
بادل بنان مينهن سامي سدائي وسي.

سائين ايسرلعل پنجونجاه ورهن جي ڄمار ۾ روهڙيءَ شهر ۾ نندي مائي راجائن جي آستان تي ١٤ مارچ ١٨٩٠ع ۾ هن پرٿوي منڊل تان پرواز ڪري وڃي پرين کي پهتا. ايهو جمع جو ڏينهن هو. پي ڏينهن سندن سرير جل پروان ڪيو ويو. اهڙن الله لوڪن جي آڪاڻن ۾ جو سون مماثل آهي تنهنجو قدر ڪي سڪ وارا ڪندا. اهڙن محبتي مستن ليءِ روهڙيءَ جي فقير سائين **بيدل** چيو آهي.

جو غم ڪا بار چاتا هي، اسي فرحت سون ڪيا مطلب؛

جو اپنا سر گنوا تا هي، آسي راحت سون كيا مطلب؛
اسي راه پر كوئي آوي، جو آوي ول نهين جاوي؛
چو لذت فقر كي پاوي ، آسي دولت سون كيا مطلب؛
عشق كا زخم پاوي جو، خودي اپني كون كاوي جو؛
فنا كي جل پر ناوي جو، آسي نعمت سون كيا مطلب ؛
موحد رند مردانہ ، هوا اپني سي بيگانہ ؛
جو پيوي جام رندانہ ، اسي عزت سون كيا مطلب ؛
عشق كيا ، سر كي جيناهي ، درد كا جام پينا هي؛
جس كا درد خزينہ هي ؛ آسيعشرت سون كيا مطلب؛
خوشي سي لوک بستي هين ، آپس مين ملكي هستيهين؛
جو عاشق دل شكستي هين، آسيالفت سون كيا مطلب؛
بهت مذهب هين كثرت مين، نجا بيدل مشقت مين؛
هوا جو غرق وحدت مين ، آسي ملت سون كيا مطبب؛

# ايسر جا آلاپ

## سُر جوڳ ۱

جنهنکي رانول رَڄ چکائي، سا دل ڪرندي ماهي، ماهي؛

۱- عشق ماهي دي ڪيتا اُداسي، برهه لايا تن باهيان؛
هير رانجهي ديان لوڪون لاوان، ڏيسن ملخ اوگاهيان؛
بي هرڪا ماءُ پيءُ جائي، هير عشق دي جائي؛
سا دل ڪرندي، ماهي ماهي.

۲- سهڻي ڪو سڪ ساهڙ دي، جيڪا گهر وچ مول نه گهاري؛
سر ڪي پيئهه سوز سچي دي، جيڪا ول ول پاڻ سنياڙي،
پڏندي مهل ميهر ڪهندي، اڌ دريا وچ آئي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

۳- ڏاڍي مٺي سان ڏير ڪري ويا، ڪرهل ڪيچ قطاري؛
ڪاڻ پنهون ءُ دي پيري پيادي، ڪاهڻ روز ڪوڪاري؛
لڳس بند بلوچان والا، قادر قلم وهائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

۴- ڪوٽ ۾ آڻي تو قيد ڪيتي، ڪنهن ڏمر سان ڏوتيائي؛
جيڪري ملان تن مارن ڪي، تيندو صاحب ساٿي؛
مرڪي ملڪ شال ملهابان، ڪير ڪنيٿيون وڃي ڪائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

٥- ليلان لـــڏي لاڏ ڪيو، جنهن هار تي ور مٽايو؛
مومل مٺي پنهنجي ماڻي، جنهن سينئل راڻو سمهايو
ڀـــائي مياران ڇهيءَ ڳاران، راڻي روز نوائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

٦- اهڙي يارو ڪونه ڪري جهڙو شمس شان وڌايا؛
صيفل شاهه پري دي ڪيتي، جنهن ايرم پند ڀڃايا؛
عشق الهيندي چاهه انگهه ڪيتا، ڏونهي درد دڪائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

٧- زليخا يوسف ڪاڻ جوڳياڻي، جنهن روئي روئي حال وڃايا؛
عشق ليليٰ دي مجني اندر، جنهن پڙڪا برهه اُٺايا؛
سولي تي منصور مارائي، گهت ڪفر دي ڦاهي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

٨- سودا وڻج واپار گهڻا، هڪ عشق نه ملهه وڪاوي؛
ايسر عرض اهوئي آکي، دم دم روز ليلهاوي؛
ڏيئي سر سلطان ٿيا سي، آلي چارڻ تند وڄائي؛
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.

سر جوڳ شبد ٣

اديون اکين کي اوجاڳو، پاڳي پيئر آيو.

١- سنگ پريندي سڀ ڪا، لڪ مٺي لڙي لاڳو؛
پاڳي پيئر آيو.

٢- معلوم ٿيو مٺيءَ کي، ايھو سڪ سورن جو سھاڳو،
پاڳي پيھر آيو.

٣- سمھون ڪين سر ٽيون، اوھين جوڀ جيڏيون جاڳو،
پاڳي پيھر آيو.

٤- لوڙي انڊم لعل کي، ايھو سرتيون سڄڻ ساڳو،
پاڳي پيھر آيو.

اديون ايسر جو ٿيو، ڀخت بلند سڀاڳو
پاڳي پيھر آيو.

سر جوڳ شبد ٣

سرتن سخت سنيھڙا، ھنن مُڪس ڏانھن ملير،

١- چانور ڪائي چورمان، ھي ھري ساڻ حمير،
سرتن سخت سنيھڙا

٢- ڪنھن در ڏيندا دانھڙي - ماروئڙا م فقير،
سرتن سخت سنيھڙا.

٣- آھيان الله جي آسري، تون تان سنڀا رکج سير،
سرتن سخت سنيھڙا.

٤- بند عرض آجڙوال جو، تون سڀڪج نيڪ نظير،
سرتن سخت سنيھڙا.

٥- آيو آبُ اکين م، ھي نيڻين ھاري نير،
سرتن سخت سنيھڙا.

٦- ڪر آجو اڄ وال ڪي، تون منهنجَ موٽائي ميرَ؛
سرتين سخت سنيهڙا.

٧- ايسر آباڻي پار جي، ڪلهي ٽڏي تاڏل هير؛
سرتين سخت سنيهڙا.

سر جوڳ شبد ٤

پانڌي روز پچان، ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا

١- وينءِ والورن تي، سارو ڏينهن سڪان؛
ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا.

٢- اکيون انهيءَ پار ڏي، جيڏيون جيءَ ۾ چڪان
ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا.

٣- جوڙيون اتم جانب ليءِ، چندن جون ۾ چڪان
ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا.

٤- اُچليون وجهي هي ڪاڳ تي، چميون پانَ پڪان
ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا.

٥- وَهن جهلاڙيون جيءَ ۾، ايسر نينهن نڪان
ڏوٿين ڏينهن لايا گهڻا.

سر جوڳ شبد ٥

نوان نياپا اڄ آيا، او قاصد ڪالهه پرين جا.

١- سور اڳي ڪون اڳرا، جيڏيون جهوليءَ مون پايا
قاصد ڪالهه پرين جا.

٢- سورن سندو نالهن کو، پيکن مٽيءَ کي ماڙهيا؛
قاصد ڪالهہ ٻرين جا.

٣- ٻَلِ ٻَرِ سورَ ٻون تا؛ روزون روز سوايا؛
قاصد ڪالهہ ٻرين جا.

٤- ايسر ڏي ٻہ اڇڙ جا؛ سگهڙا ڪَرِجِ ڪي سعيا.
قاصد ڪالهہ ٻرين جا.

## سر جوڳ شبد ٦

ڪوهيارل ڪي ڪوڪان، ڪنين منهنجون ڀان ٻُونِ؛
ڏينهن ڳڻيندي مون تہ ڏنا، ٻوءِ گذريا ورهہ ورهين؛

١- چپر مٿي ڪي ڙي اديون، چاهون چو ويا چڙهي؛
جيئري مان ملن، ڪڙو آهي موت مڙهي؛
لهندم سار سڏي، وائي شالَ وٽين؛
ڪوهيارل ڪي ڪوڪان.

٢- ڳالهہ اُنهن جي ٻڌي، ڏورون ساهہ ڏري؛
مهٽي تن جي ماريس، ويندس قول ڪري؛
هڪِ آهہ ٻنڌ ٻراهون، آهون شال اگهنِ؛
ڪوهيارل ڪي ڪوڪان.

٣- ايسر چوي، ڳالهہ اها، ٻرين ٻنهنجا شال ٻسان.

انهن اکين سان ڙي اديون، جيڙي جاني مون ڏٺان؛
تي چوڏر وير وسان، شل مونکي پنهنجو ڪن

سر جوڳ شبد ٧

هِنَ عشق جي آڙاهه ۾، عاشق ڏڪِن مَنِ جو ڏکرِ؛

١- هاسا آتن هتن ۾، تال تسبيح جو مَڪرِ؛
ڙهي ۾ جهاکين کي، ڪونهي ڪنن کي ڪوڪڪرِ؛
پيرَ ڏوئي ماڪ تيا، سجدو ڏين پاڪي پَ ڪرِ؛
ڀر دوائي جي دمَ جو، ڪاٽي ڪي ياڻن ناڪُرِ؛
بهشت دوزخ وچ تي، اڌو اَڌِ آهي حشرِ؛
جنهنکي دوائي دل ۾، تنهنکي روز ڪوڪاري ڪپرِ؛
پيالو پيتا ئون پريت ڪون، سالڪن سر سون سپرِ؛
اڙيا ڪين، ايسو چوي، سڙو لنگهيا سهنجو سفرِ.

سر جوڳ شبد ٨

هِنَ عشق جي آڙاهه ۾، ڪو تري تارو تارو؛

١- يونس مڇي جي پيٽ ۾، ڪيو آدم اَن ڪارو ڪارو؛
تنهنجي ڪل پوي تي ڪانڪا، تو موسي مَنِ ۾ ماريو مارو؛
٢- هر ناڪس کي هند تي، تو آڙايو آڙو آڙو؛

ذڪر جي ضرب سان، تو ڏمر سان ڏاريو ڏاريو؛
۳- جيڪو ڇپيو هن بيابان ڪون، سو سورهه آهه سارو سارو؛
مستان پيو ڪو دم هڻي، منصور سر نعرو نعرو؛
۴- هر ڪا هلندي هوت ڏي، وٺي رند راه چارو چارو؛
هيءِ حوت هلندو ڪانڪا، شل ٻڌندا بارو بارو؛
۵- جيڪي سر ڏيئي سرها ٿيا، تنکي ڀري نه ٻارو ٻارو؛
ڪٻئي جهاز جلي ويا، آيو ايسر جو، وارو وارو.

سر جوڳ شبد ۹

چيتا سي دين ڪفر کون، لنگهي منجهه عشق آيا هون؛
نه ڪنهن پا نيڻ ڏني ٻولي، ها تو سي عشق کي جهولي؛
ٻسي سي يار جي ٿوائي، ڪڍيو سي مير کي من مان؛
نه ڪنهن ملان پڙهايا هون.
۲- جنهين جودون ٻالي جهالي، ڪتنا سي ري وتن ڪاتي؛
جنهن سان لنو سهڻ لاتي، پيالا جن هٿون پيتا؛
انهن جي گهاو گهايا هون.
۳- ڦلن مٿي کي وڏو ڦوري، اڏر ڪانگا لهج وَئڙي؛
نياپا ڏي وڃي جوڙي، جنجي طلب آهه تن ير.
آنهن جي مرڪ موهيا هون.
۴- وهڻ جو وِهه ٿيو تنکي، لڳي جند جان ير جنکي؛

چون اُهي حالُ پيوکنهنکي، کيو واعده اُتي ويهي؛
اُنهيءَ ناتي نوايا هون.
٥- ايسر هنڙيَ ڪري آهون، پڌي هتڙا پڻي پانهون؛
نهاري روز ٿو راهون - جيئن تي سِپ سکي سمنڊ جي؛
اوهان جي اُج اُجايا هون.

## سر جوڳ شبد ١٠

ميڏا نالِ رانجهو دي رايا، پيا سَبّ مائيا لوڪ پرايا.
١- سمجهه سياڻي تيو ڏئيا، تينون رب چاه ماري؛
چو چڪ جيهي دا شان گهٽايئي، کيتيءَ قول ڪواري؛
چاڪ ميڏي دِل چور ڪيتي، جنهن باري برهه بچايا؛
پيا سَبّ مئيا لوڪ پرايا.
٢- هير رانجهي دي اصل کنون، جڏهان پرور پيدا کيتا؛
زهر پيالا رانجهن والا، پِي ڪرِ سيئنون مئن پيتا؛
نکي اُنهاندي مئن وِچ جو پهيان، جڏان آدم بنِ ڪرِ آيا؛
پيا سب مئيا لوڪ پرايا.
٣- روز ازل کنون اکيان اڙيان، رانجهو رمز ان لايان؛
محبت جنهن دي مول نه ماوين، مئن کيوين عشق ڇپايان؛

چپ چپ رهيان چپندا ناهين، جنهن هوش عقل گنوايا؛
پيا سڀ مٽيا لوڪ پرايا.

٤- ڪن وچ ڪنڊل مک وچ مرلي، اعلا هوا لٽ ڏاري؛
ڏور ڏيهان ڪنون جوڳي آيا، رانجهو تخت هزاري؛
ڏيوانا رهيان مٿ جهنگل ٻيلي، چاڪ چيٽڪ لايا؛
پيا سڀ مٽيا لوڪ پرايا.

٥- هير رانجهي دي اصل ڪنون، جڏهان خاوند خلق اُپائي؛
رانجهو رام ريڇهائيندي وتان، ڪر ڏيان ماهي ماهي؛
جنهن ڏينهن ميڏيان لاوان لکيان، روحان منصف پايا؛
پيا سڀ مٽيا لوڪ پرايا.

٦- عشق **ايسر** جنهن ڪون اندر وڙيٺا، گهن قهاري ڪاتي؛
آن گهتيندا گهمر گهيري؛ جند ڪڏهوڪي ڦاٽي؛
فقير منگير پچڙ آوسن، رانجهو ني سبق سکايا؛
پيا سڀ مٽيا لوڪ پرايا.

## سر جوڳ- **شبد ١١**

اڱڻ آئو ميري ڏيل ڏيل، سڪي پيٺي باغ پر بلبل؛

١- عاشق اولي جو وچ اڙندي، تو سر دا سانگ نهين ڪرندي؛
صفا سولي پر وچ چڙهندي، برهه بازار ناهه مل ٿل،

٢- ڪرِن وَچ ناز جي ٻريان، اکيان اوليان جو وَچ اڙيان،
عاشق ڏمدامِ مارن ڏڙيان، لائي آهه عشق تان آلَ جهَل؛

٣- ڪٿيا چانڊاڻ چمڪارا، تہ مليا يار پيارا؛
ڳنواي هوشَ هي سارا، عجب چهرا حسن ڦل ڦلَ.

٤- جا ئو قاصد وڃون شتاب، ٻرهه ڪينا اسانکون بيتاب؛
اُتارو گهنڊ، کولو چا نقاب، رهيان مڻن روز تان رُل رُل.

٥- ايسر ڳِل عاشق ٻائن ڳاني، مارينڊا لوک جو طعاني؛
ڦرن ڏمدامِ ديواني، ويکن صورت ٻون پَل پَل.

سر جوڳ شبد ١٢

آئو دلبر ٿيون رِل مِل، لڳي آهه جان ۾ جَل ٻَل.

١- لڳي آهه آگ تَنِ ميري، ڀَڪن اکيان جَلن جيري،
تورون طالب آهيون تيري، ولڻ جي يار ڪَر وَل وِل.

٢- تيري محبت مَنچ لايا، ولڻ دا يار ڪَر رايا؛
سڪون سهجهون ڪريان سعيا، پلائي پال ڪَر پل پل؛

٣- ويکيا مڻن ديدَ ۾ دلبر، دليون ڳڌم تيرا دَرَ؛
نکا هي تاب تيڏا ڏَر، ٿيوان قربان مڻن ہَل ہل؛

٤- سڀني ڀڳي، هان ڪاڏم پَڙڪا، لايا هن سور کي سڙڪا،
ڪنهن آواز پيا ڪڙڪا، سلڻ نا سور ڪوئي سَلِ سَلِ؛
٥- آهيون در تيري سوالي، ڳڏي سي دامن دوالي؛
ايسر، عاشق ناهن خالي، اکن ڪون آب آيو ڇلِ ڇلِ؛

سر جوڳ، شبد ١٣

توبهه توبهه تار، پَڌرَ ۾ آهي، يار پرين جي؛

١- ڪنڌي خلامي اَڄ تي، لکيو وهئ تي ويهي وار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٢- هرڪو حيرت ۾ حيران ٿيو، نيهن نانگو آهي نروار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٣- روئيندو ويو، هرڪو ربَ ڏي، ويا پرين جي پار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٤- جيڪي ڪنيم تو مٺي، مَنِ عاشق جي هيءَ آر؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٥- ڪامل ماري ڪل ۾، ظاهر جي زلف ڪار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٦- رحمان هنيم روم سان، توڪل جي پڌم ترار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.
٧- گهوڙهو ماريم ڳوٺ ۾، اُڏري وئي سَڀَ جهار؛
پڌر ۾ آهي، يار پرين جي.

٨- شو شڪتي تان پيدا ٿيا، عرش فرش ۾ اظهار؛
پڌر ۾ آهي، پار پرين جي.
٩- روشن روءِ زمين تي، ٿيو ايسر جو اسرار.
پڌر ۾ آهي، پار پرين جي.

## سر جوڳ- شبد ١٤

توبه توبه توئي تن ۾، تات پرين جي؛
هڪ ڪائي پيو ڏو تن ۾، آهي تات پرين جي.
١- آءُ الله آهيون پڻ ڇٽا، عقل بخت چار ڇٽا؛
پڻ پاتل آهيون پات، توبه توبه توئي تن ۾.
٢- اٺئي پهر آندوهه ۾، محبوبن جي مون موهه ۾؛
هٿ هٿ پي سڀ هات، توبه توبه توئي تن ۾.
٣- رات منجهائون ڏينهن ٿيو، ڏينهن منجهائون نينهن ٿيو؛
ورهه وائي آهي وهه وات، توبه توبه توئي تن ۾.
٤- هيءَ هيءَ هاڻي هوءَ ٿيو، ڄاڻ منهنجي جوءَ ٿيو؛
نينهه نانگو آهه نر نيات، توبه توبه توئي تن ۾.
٥- دولهه دلبر دادلو، ايسر احدون آدلو، ڏاتر ڏنر ڏات؛
تن ۾ آهي، تات پرين جي.

## سر جوڳ- شبد ١٥

ڪيڏن ڪريان ڪاڏي وڃان، سڪي ساهه سورن سان پريو؛
ننگ اوهان تي آهه نينهن جو ڪا اڇڙ واري هٿ ڪريو؛

١- هيءِ هيءِ ڪريان هينئڙن هُٺ هٺا ، دلبر دلاسو مون ڏيو ؛
هاڻي تو ٻاجهون ڪونهي پيو ، ٻئي هٿڙا هيٺڙيءِ تي ڌريو ؛

٢- مون تن آهه هجرون هِڪو ، پيو اوڪ سارو سڀ ڦڪو ؛
جنهنجي سِڪ آهه تنهنجو سڪو ، تن طلب تنهنجيءَ ۾ تريو ؛

٣- روئي اندر ٿيو رتيون ، پيهي پري پرڪو پٽيون ؛
کهڙيون ڏيان ڏورون ڏيٺيون ، چوريءَ ڪيو چٽرو چريو ؛

٤- جنهنکي برهه بنورو آهه بحر ، تنهنکي سڄ ۾ وسندي شهر ؛
سي سوز سون ڏيندا سهر ، هي عشق پيو نا پريو ؛

٥- **ايسر** اوهان جي آهه ۾ ، ويٺو آهي ونواه ۾ ؛
دم دم پرين جي داوَ ۾ ، وري وَر اچي ، هنکي وريو .

## سر جوڳ — **شبد ١٦**

کهڙي ڪريان ڪنهن سان ڳالهه جاني ،
پاڻ تي پنهنجو مون نڪان پليو نٿو پلجي ؛

١- اَڪ ته اَنبُ وڻ نه ٿئي جاني ،
ڏسڻ ۾ ڏسجي ته جهنگ ڪٽي جهلجي ؛
کهڙي ڪريان .

٢- برهه ٻاريون باهيون عِشق چاڙهيون تيون ،
جيئن ڪوڙو تيل ۾ پيو تلجي ؛
کهڙي ڪريان .

٣- منڙا محبت ڏي موڙهن کـي ،
سور سڄڻ منهنجو سليو نٿو سلجي ؛
کهڙي ڪريان ڳالهه.

٤- سر سولـيءَ تي ڏئي وينا سي ،
اڙيـو ساهه منهنجو وريو نٿو ولجي ؛
کهڙي ڪريان ڳالهه.

٥- سمجهي **ايسر** ڪجهه تيءَ سياڻو ،
ناز ڪ نيڻهن ۾ پيو هوريان هوريان هلجي ؛
کهڙي ڪريان ڳالهه.

## سر جوڳ شبد ١٧

ڪيئن اٿاريان پنهنجو پاڻ کي ، پاڻ نه پنهنجي وَس جاني ؛

١- ڏي کو دارون هن دردَ فراق جو ،
دلبر دلِ کـي ڏَس جانـي ؛
٢- هلايو تـه هلـي وڃان جـاني ،
پهاريـو تـان پَس جانـي ؛
٣- چـَڏِ تـون جهيڙو ڪر نبيرو ،
دلبـر دلِ کي دَسِ جانـي ؛

٤- اچڻ واري ڪَر ايسر ڏي،
نوين ڏي، پراڻي ڪَسِ جا ني؛

## سر جوڳ شبد ١٨

مَن مڪو موهن سندو، ماڻيو مون مختيار آهه؛
١- وتحن عقرب نور ڪوٺي، عشق جو اسرارٌ آهه؛
فُرقان ائين فرمايو، اسانجو الستي اقراز آهه؛
٢- موتو قبلن مري جئين، ايهو تــو اختيار آهه؛
ڏي دايون درخواست دلبر، اهو آيو اشتهار آهه؛
٣- ٿي ذبح ظاهر تعين، اهو وٽو تنڪار آهه؛
پار پهتا سي پرين کي، جنهنکي هوءَ اندر هيڪار آهه؛
٤- پاڻ مون جن پاڻ پاتو، تنکي برهه جو پيڪار آهه؛
بيخودي مان خود ٿياسي، تنکي درد جو ڏڪار آهه؛
٥- ايسر اصل سِرّ الاهي، دم قدم ديدارٌ آهه؛
ٿياسي منصف مَن مندر ۾، اسانکي سوزَ جو سينگار آهه؛

## سر جوڳ شبد ١٩

دَمٌ دَمٌ اسانڏي دل تي دلبرَ، بي پرواهيان، مون آهيان.
١- عرش عظيم عزيز مون نِرمَلِ، شمس قَمرِ ڏونهين ثاني شامل؛

عرش قرس ڦيرا پايان .

٢- آدِ اَنت مَن منگل ۾ جو، چوڙيان نہ ڇڏيان حساب سوئي جو

تار مون تار آلايان، مون سڻايان .

٣- ذڪر ڏسا پر الله آهي ايسر، پورب پري آهي، پارس مون ورنہ

ڳالهہ اها تو ڳايان پڏايان .

٤- ڳل ڳجرا تي عين مون عيسي،

ميگهہ ملهار محبوب مون مرسي

ويرم تِل نہ لايان، مون تاهيان ؛

سر جوڳ شبد ٢٠

پرديسن ساڻ آديون، منهنجا ٻلو نٿي ٻيا ؛

مون تہ رنڃايو تن ڪين ڪي، ڇاهون چوڙي ويا ؛

١- پرديسن ساڻ اديون، منهنجي حج نہ هلي ؛

ڪين جاڳايو تن ننڊ مون، وڃان هوند شال رلي ؛

واهر ڪندا شال ولي، مهاري ويا تي مٺيا .

٢- سنگ سانگن سان، ري آديون، مون تہ ڪين ڪيو ؛

پينگهي جام پنهل ٻڪي منهنجي ٻيو ؛

هٿون ڀـــوءِ هوت و يـــو، سڪندي سال ٿيا.

٣ـ اھڙا سُور سَرتيون، آءٌ اڳنهي نـــہ ڏٺـــا؛
ڪيئن وساري وڃنس، ھھڙا محب مـــٺـــا؛
تنجا تابَ تـــڪا، سيئي مـــون سيڙَ ڪيا.

٤ـ وَسِ ناھيان مون ڀنھنجي، چاھون چو، ڏيو مَتيون؛
دعا ڪريو، ري جيڏيون، اُھي ڀيرَ نِ ڪي پرتيون؛
جَنِ سان ماسُ رتيون، سي ھڪڙي راتِ نہ رھيا.

٥ـ سڪ سانول جا ساريون، پانيان سُيج پر سَمرُ؛
ايسر چوي ٿو اُتھين، ڪَنِ نہ ڏيَر ڏُمرُ؛
ڏاڍيو ڀڄهي ٿو ڏونگر، مِهرُ پوندن شال ڏيا.

سر جوڳ شبد ٢١

احد ڪون وڏو آھي، اديون عشق ايسَرَ جو؛
عرش فرش آھہ اسانجو، نينهن وڄايو آھہ ناد.

١ـ اڳين پر مون ھان اڳرو، پوين پر مون ھان پڇرو؛
ھميشہ "مون" حيات.
عشق امداديون ڪيون، نينهن نوازشون ڪيون؛
شوق ڪيو آھہ شاد.

٣- برهه مهمانيون ڏنيون، سورن سوغاتون پنيون؛
آهه ڪيو آهي داڌ.

٤- سنڌن مان هاٺي هنڌ ٿيا، هنڌن مان اَٺ هنڌ ٿيا؛
ماري ڪيم ماڌ.

٥- عنبر تي مون نمبر آهيان، نمبر تي مون عنبر آهيان؛
دادلو آهيان مون داد.

٦- پاڪون هاڪَ هون، چاڪَ مٿاهون هاڪَ هون؛
ساهه مٿون سر ساڌ.

سر جوڳ ٢٢

درد وڇوڙي جو حال، ڪنهنکي مون ڪينَ ٻڌايو؛
ڪينَ ٻڌايو، مونکي سورن ستايو.

١- درد وندن اجي دانهن سڻيجو، ڇپر مٿي ڪي تان نه چڙهيجو؛
جَرُ هاريان تي ويٺي جال، ڪنهنکي مون ڪينَ ٻڌايو.

٢- سورن سڏيون مٿي ڪي سٽايون، دونهيون اندر ۾ درددکايون؛
نينهن جو ماري ويا ٿي نال، ڪنهنکي مون ڪين ٻڌايو.

٣- عاشق نالو سڏاوڻ سوکو، لاوڻ نينهن نڀاوڻ اوکو؛
دم قدم رکي خيال، ڪنهنکي مون ڪين ٻڌايو.

٤- باهه برهه اندر ٻرڪي، جَرِ جَرِ اندر جيءَ ۾ جهڙڪي؛
تنکي ڪوهه ڪر پندو ڪالُ، ڪنهنکي مون ڪينَ ٻڌايو.

٥- ايسر سڄڻ سارو صدقي هو ليو،
مرڻ مجبن سان تنهن ڪَرڻ قبوليو؛
سا اوچي لهندي لعل، ڪنهنکي مون ڪين ٻڌايو.

## سُر جوڳ ٢٣

سڪيون ڪري هيءَ سڌ، ونئي وڃ ويچاريءَ کي وَس ڏي؛

١- ترڻي نه جاڻان تار مون، ٽپي نه جاڻان اُڏ؛ ونئي وَڃ
٢- روئان وينئي روح ۾، کوهه ڏسان وينئي کڏ؛ ونئي وڃ
٣- ڳنڍجي ڳهان گل سان، چار يا ميڻهن مڏ؛ ونئي وڃ
٤- هيڻيءَ کي هتڙا ڏيو، اولي آهه آوڏ؛ ونئي وڃ
٥- چاڙهي چڪر مون چڏيو، ترِيون ڏيئي تڏ؛ ونئي وڃ
٦- ايسر تي ڪريو ايچيو، ٻوري ڪريو هيءَ چڏ؛ ونئي وڃ

## سُر جوڳ ٢٤

ٻورِ ٻنڌ ٻريت، ڏکڻ ڏيهه ٻرين جو.

١- اُتَرُ عجيبن اڳيون، ماڻ قائم قَريبن اڳيون؛
رَس رَسَم راڙو ريت.
٢- ٻنئي ماريم ٻچاڏ کي، اَڏيون ورتم آد ڪي؛
پيائي قاري سَبَ قيمت.

٣ـ چارئي قبلا آهيون نينهن نادر، مان هان گهر، هو هن واحد ورة
ليکو پيٺون پيت.

٤ـ ساھ سڄڻ جو سر سِر تي، نينهن نِرمل منهنڃو نرنِرتي؛
کٿي جو پن جمع جيت.

٥ـ بندگي وارن بند خلاص، صاحب سچو **ايسر** آس؛
نينهن نانگو نر نيتِ.

## سر جوڳ ٢٥

چاندو چندن چيت، اُپريو اَمر سمر مون.

١ـ دلبر دولهه دادلو، تن اکيون مان لعلون لعل آلو؛
هو هن پيتَ، مان هان جيت.

٢ـ شمس تي شوق تاب آهن، قمر تي اَبون آبِ آهن؛
مون هان ميٺ، هو هن کيت.

٣ـ ونـدرَ جـي وطـن، بـره جـي بهٺـن ۾؛
هو هن چيت، مان هان ليت.

٤ـ ڏهر ڏاتر ڏينهن تيو، شوق سخي منهنجو شينهن تيو؛
هو هن سيٺ، مان هان گليٺ.

٥- ماڻڪ ٽمرو مون مشهر، آئلي آئلي، هيء هيء حشر؛
هو هن نيت، مان هان ميت.

٧- ايسر اَچون اَچ اَچي، ڪچون قريبن جي ڪَچ ڪچي؛
هو هن نيت مان هان نيت.

سر جوڳ ٢٦

ڪايون تي هيء ڪائي، پوَن آهي قوت پرين جو.

١- چار انچ ڏهاڙي عشق لوڏي، او پاڻ پرم ايشور آهي؛

٢- اَچو نڪتو اَچ مون، ميرا متاهون لاهي؛

٣- پَل ۾ پرتالون تي اچن، هيء گهوڙو گهمائي؛

٤- پاڻ جو لا، جهڳ، مڳ آهن، سينو ڪير پيو ساهي؛

٥- هري هَرِ آهن پران پــَـ، قير قنڊو تانهن ناهي؛

٦- جَلَ جو جامون پهري نِڪتا، ناڪر وڏن ناهي؛

٧- پاڻ پره تا باهه پرن، ڪير ايسر هَٿ لائي؛

٨- عشق چڙهي هاڻ اگن تي، چن ۾ عرش گهمائي؛

٩- اگن جا وستر متون، تن ڪي ايشور اوڍائي.

سر جوڳ ٢٧

ڏ ڪيو ڏينهن نه لهي، آتش عشق اُتاري.

١- ڪوني هن کي تو قيد ڪيو ڳالهن منجهه ڳجهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٢- نوڪيم ائٺ اندر ۾، وحدة منجهه وهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٣- معلوم محبوبن کي، سعدت سور نہ سهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٤- راتيون ڏينهان روح ۾، رياضت منجهه رهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٥- بنا پيئني پريم جي، اُچ ٻڪم ڪين لهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٦- ڪريو پاڄهہ پانهيءَ تي، پڪي هيءَ پهي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

٧- ايسر عشق اندر ۾، چيون چام چوي؛
آتش عشق اُٺاري، ڏکيو ڏينهن نہ لهي.

سر جوڳ ٢٨

ميڏا هر دم دلبر جيوي، هر دم جيوي لکين ثيوي؛

١- دل دريادي مڻ مني هر ماني، ماري ملڪ ڪيم سڀ ڏاني؛
ميڏا پرين پل پل پيالا پيوي، هر دم جيوي.

٢- ڪيا ڪَهان، ڪيا ٻاتِ ڪَهڻ دي،
ماريو ميخ ڪا مرڻ جيوڻ دي؛
ڏونهين نِمَن ٻِرَنِ مچ ڪيوي، ميڏا هر دم دلبر جيوي.

٣- هار سينگار مَنِ ڪرڪي ڏاوان،
صافُ سچي مَنِ صفت سناوان؛
ميڏا اُڊِڙيا اوڊِڻ سيوي، ميڏا هر دم دلبر جيوي.

٤- ايسر عشق اصل ڪيان ٻاتيان،
ڏيونِ ڏاتيان ٻچي نہ ڏاتيان؛
ڏونهين خان ڦرن خوش ڪيوي، ميڏا هر دم دلبر جيوي.

## سر جوڳ ٢٩

ميري لَڄَ، پالنِ پري هي تساڪون، ڏي دلبر دلڙي اساڪون

١- ڏيو سهاڳ، سهاڳڻ ٿيوان، نال تيڏي مَنِ هر دم جيوان؛
حقا پِر ڏي مِلِ تماڪون، ڏي دلبر دلڙي اساڪون.

٢- طلب توهانجي، تَن ڪي تاريو، محبت تنهنجي من ڪي ماريو
آءُ تورون طالب تاڪون، ڏي دلبر دلڙي اساڪون.

٣- دلبر دل اساندي دنگي، مٺڙا محبت نال لَو ونگي؛
منا مال ميوا هڻِ چاڪون، ڏي دلبر دلڙي اساڪون.

٣- ايسر عشق تيڏا هڻ لڏا، هر دم تيڏا مڻن ٻانهان ٻڌا؛
تيڏي سينگي ڪون هڻ آکون، ڏي دلبر دلڙي اسانڪون.

## سر جوڳ شبد ٣٠

مارو آيا هِنِ مونوت، کهڙي ڏيان تنکي ڏتِ؛

لوڙهه مڻي جو آني ڪتِ، لهان لعلن سان لائون.
لهان لعلن سان لائن، آکي ميون تم آهن؛
ڏي هيون هِنِ ٽنڌڙ بون چائون.

١- ڪليون تن سان کير پيان، ڏسي جانب ٻڻي جيڻان؛
گهوري وڃان راتيون ڏينهان، منهن مڻيءَ ڏانهن نہ مَتِ.

٢- سَنَرَ ٿاب پيا، ڏکسيءَ کسي ڏينهڙا تيا؛
پرين منهنجا پارس پيا، ڳالهيون ڪريون چڙهي هَتِ.

٣- ڳڏيون ڳڏِ هينئڙو هنڻين، جاني منهنجا جڳ م جيوين؛
آکيم ايوين، سائين ڪيوين، پوريل درواز پَتِ.

٤- ڪائون ڪوسا ڪوهَرَ، هينرو گهري تو هرَهرَ؛
وَرَ نہ ولهيءَ جا سَرِوَرِ، قَمَرِ قادرَ آئي تون ڪتِ.

٥- پڻ ايسر جون آهون، ڪلي خوشي ڪٽ خان ڪائون؛
لون لون ڪري پيئي داهون، ڪهڙي ڪنهن آهي گهٽ.

## سر جوڳ ٣١

معلوم مدبن کي آهه ڳالهه من جي، ڳالهه من جي تا س تن جي.

١- جهڙط جهوري جيڏيون ري آيو، دَرِ دَرِ دلبر وڙط آيو؛
مان صاف ڪهان، تير جي حسن جي.

٢- هئي هئي هوتن ڪيو هلاڪو، محب نه ڪريو اوهي مئي سان ماڪو؛
معلوم مونکي نه پي ڪن جي.

٣- هاڻي دِل اچي محب ماندي سان، انئي پهرگهار ايسر سان،
مون بين بجائي تم بن جي.

## سر جوڳ ٣٢

رَبَ ڪئي وڏي رات، ڪاڪيون قربن جي، اديون عجيبن جي.

١- پاط پونجان دِل دِرياه کي، اد يون عشق ارواح کي؛
پريم پيتم پرپات.

٢- جاڳي جوت جڳت جوال، پارس آهي پرت پال؛
ايها لوان ويئي ات.

٣- پونجان وئي دِل ديوي، مست اُهي منگلا ديوي؛
پره بنا پي پرپات.

٤- هَري حمد چاڙهي هوتي، جاڳي جوال پي سڀ سئي؛
منهنجو جُت جتي، آهي جات.

٥- ياڻ کي پوئجي ڪير پڌر، ڪالڪا آڏيون اچي ڳهڙ ۾ گهڙ؛
پئي منهنجو ڀات.

٦- عشق ايسر جو آهي امر، سچ ۾ ڪنهن سمت سمر؛
ورهه وائي آتم وات.

### شبد ٣٣ تلنگ

ڳولي رهن ڳوٺ ۾ تون لڪي، ونهن اقرب ايسر تي الله؛

١- اندر چولي، باهر بولي، ملڻ جو ڪر تون ياڻ ۾ پڇه؛

٢- اڳي مرڻو آهه مردن، پڇي مرڻو آهه مردن؛
تون منيءَ محبت ۾، مري تيءَ مهه

جيڪي مري پائين تون ملهه، تني سنسار هلّ هلّ؛
انهينءَ ڳالهين ملي توکي شهه.

٤- آندر گنگا آندر مڪع، جتن ڪهين تيئن پيو ڪه.

٥- ايسر اسرار، اندر تي يار، رضا تون، يار جي ۾ رهه.

### شبد ٣٤ تلنگ

حرف هي هڪ جي حق الله، پيا هن ڪوڙ جا مصلا؛

١- اندر صورت، چمڪت نورت، اسمي جسمي ساڳي صورت؛
جنهن وچ وڪر نه وهه؛ حرف هي هڪ الله.

٢- اندر رامرام، باهر ڪيا ڪام، پلايو دست تجهه مجهه جام؛
ڪيڏيا سي پيائي جا پلاءِ حرف هي هڪ الله.

٣- اندر الله، ٻاهر الله، جهان ويکو تهان هي خدا؛
نہ جاٽا ڪيا، ڪيهي هي ٻلا، حرف هي هڪ الله.
٤- ملان، ٻي ۾ ''مون'' ماڻي منا، پڙهن ڳت گيان جا ٻنا؛
ڏا مارِ هن عشق نا ڪنا، مار يا منصور سوين ملان،
حرف هي هڪ الله.
٥- ايسر منصف سچا سالڪ، پڇها تي ٻانڻ پر حق هڪ؛
اُپايا خوشي ۾ ڪان خالق، لڏائون ڪِل ڪاوي منجهون ڪلا؛
حرف هي هڪ الله.

## شبد ٣٥ تلنگ

عشق ماهي دا فراق وي، ڪيتا دَرد ديوانا؛
١- پي دي ڪاري مٿن مول نہ چڙهيسان،
جهوجهو پيلي مٿن مٿيان جو پريسان؛
ورهه لايا هي ويراڳ.
٢- جيتر ميغون موت نہ ماري،
نال رانجهو دي مٿن چڙهسان جو ڪاري؛
آوسيان هي ميڏا سهاڳ.
٣- سڪ سانول دي ہر سمهڻ نہ ڏيندي،
ڏيهان راتيان ڪڙي وات پليندي؛
منجهيوالي دا من چاڪ.
٤- عشق جهڙي ڳجهي مرض نہ ڪائي،
بيش ايسر اسان ڏي ول آئي؛
ڪاغذ پيچم ڏاڪ وي.

## شبد ٣٦ تلنگ

عشق دي اولي چماٽ وي،
پيش کهندي نه آوي.
١- کي پلڪ ۾ پرچا- کي ساعت پرسنديا،
ڪنکي ٽنيندي ڀهون وره گذريا،
توٽي شيوا ڪرن ڀهون ڀات - عشق دي اولي چماٽ.
٢- عشق بنا پيا هي ڪوڙا ڀهانا،
لوڪ مارينداهڻ تنکي طعنه،
درد ٻاجهون ڪوڙا لاٽ - عشق دي اولي چماٽ.
٣- عاشقي دا وڄندا نت روز نغارا،
خوشبوء واسا هي سنسار سارا،
باري پره دي لاٽ - پيش ڪنهن دي نه آوي.
٤- عشق کي ايسر اولي اڙي هي،
کو جنگ ڪتي ٻازي، ٻرٻر پري هي،
جيوين ويهي دوزخ گهاٽ.

## شبد ٣٧ تلنگ

سِر ڪپي ڪيم قربان - سندو مون سڄڻ تون،
مئن مارن تون - ٻولي مون ٻولڻ تون.
١- پرم شرم مون منگان - دولهه ڏنو آهه دان،
سندو سڄڻ تون.

٢- آيو عشق اسانوت ، ٻرهه هنيو هنيون اچي ٻان.
٣- اچي رَب راضي ٿيو ، مـولا ٿيـو مهربـان.
٤- مُلڪ آهيان مون ٻرين ، پيو خُلقي سارو جهـان.
٥- جيون چوان ڪيترو ، ٻـاري ٻـرهه بيـان.
٦- اچو عشق ايسَر جو ، ٻـرهل نينهـن نـدان.

## تلنگ ٣٨

اڳيون واري ڀائي وَٽَ ، پيءُ توريندي‌ءِ ترازيءِ ۾.
١- چران نہ چاڪ چيڪنٿا ، ڦـوهان ڏين ٿا ڦٽ.
٢- ڪيم ڪتنيم ڪين ڪي ، شَلَ محب نہ ڪندا مَٽَ.
٣- ويهي وچايـم ڏينهڙا ، شَلَ ڪامِلَ ڪندا ڪَٽَ.
٤- ور تي ڀاڄهون نہ ويندا ، پڇهـن سَتـي ڀَٽَ.
٥- ونندا سنگ صحي ڪري ، ڏکو نہ ڪندا گهٽ.
٦- ايسَرَ سهندي سر تي ، ڏاڍي ساهن جي سَٽَ.

## تلنگ ٣٩

پيا جوٺا مارن جَڪَـ ، دم دعوي دوست پنهنجي دل سان
١- اسان ٻرين ٻاڻ ۾ پلو ، ٻَهَ ڪياسي ٻَڪَ ۾ دم دعوي....
٢- آهيون توڙون طالب تنهنجا ، پي تي نـا نهن ڦَڪَ ۾.
٣- آءُ نہ ٻـرچون ٻاٺم ، ٻا يون ٻاجهارا ٻَڪَ ۾.
٤- ٻسان شالَ ٻـرين ڪـي ، لنگهي وينـدس لَڪَ ۾.
٥- مـاٺهو ڏيـن مهڻـا ، لـويون ڏيئن لڪ ۾.
٦- ايسر عشـق انـدر ۾ ، شوق پيگـا سَپ شَڪَ.

## ٺلنگ ٤٠

كاكيون مون كيو قرار، پيهر پاروچن سان پول مان پاريندس

١- سگهو سرتيون سنت سنيهو، سور پڌايو تم ساجهر سندرو؛
وئڙط تيم وٽكار
ويهط وهه تيو مان گهر پر نه گهاريندس؛

٢- سورن ساڙيو تم ساهه سڙيءَ جو، ملهه مهانگو دل اڙيءَ جو؛
جانب لايو آزار، روز كٽي نيط تنجا رند نهاريندس.

٣- سورن واري كا مونسان اوري، عشق وڌو تم كپي كوري؛
پرهه كنيون تم بار،
پير پٿون تيم، مان ڏونگر ڏور پيندس.

٤- ايسر وات اها آهي وائي نينهن كيو نروار؛
هر دم هوت سان، مان گڏ گڏاريندس.

## ٺلنگ ٤١

اديون مون پڌو ڙي انجام، كيچ وڃط جو كاكيون ڙي
كيچن سان.

١- آءٌ انهنجي اصل كان هڙي، پال پالوتط پكي پڙي؛
عشق آزار مون كنيون ري انعام، كيچ وڃط جو

٣- هوا آدم پوءِ ٿيا پيدا، وچن احد اڳهي جا وعدا،
ساهه تنيكي منهنجي كيو ڙي سلام.

٣- لعل لڌو تم ري وٿون وئري، مان ڏٺين كي پوءِ هي آئڙي؛
پيالو پلايو تم ڙي جانب جام.

٤- هندو مومن آءٌ ايسر ڏاهيان، غير ناهيان پون عين آهيان؛
دين كفر سڀ پڌي اسلام.

## ٹلڪ ۴۲

آپ سڏاوين شير، وي آهين ڪير؟ واه ميان عشق عجب تيڏيان ڳالهيان.

۱۔ عاشق عجب تساڏيان ڳالهيان، رام رحيم داناءُ نہ خاليان، ٹهين تِل جتلا ٿيں، وو آهين ڪير؟ واه ميان عشق

۲۔ آپي مُلان، آپ توں قاضي، چٽي ڪپڙي پا ڪ نماري؛ مَل مَلِ ڌوئيندا هين پير، وو آهين ڪير؛

۳۔ ڇٽيان مسيتان ڍيا ٹڪاوين، خاڪي ڪپڙي ڪَرِ ڪَر آوين؛ دِلِ وچ رکندا غير، وو آهين ڪير؛

۴۔ ايسر ذات تساڏي ڪيهي، ٻڌ مٽي دا خاڪدي ديهي؛ هَڏ ڪَلَ تيسن ڍير، وو آهين ڪير؟

## ٹلنگ ۴۳

تيا هن وڙهہ وڪاٹي، اوهان ليءِ يارَ اسانکي؛
مٺن هان سهٹي وو، تو هين ميهر جالي؛ او
رکيو هو رنج ڪو راٹي، مومل موهي تنهنجي ماٹي
تيا هن ورهہ وڪاٹي.

۱۔ ڏي ڪو دارون ني وي، درد فراق جو جالي؛ او
ٻچپچ رهيان مٺن سياٹي، ڦڪي ڪائي فرق نہ آٹي؛

۳۔ ٻوتي دار ني وي، روز ٻچا يان جاني؛ او
ٻهمرط جوتبي ملاٹي، توري جاٹي توں نہ جاٹي؛ او

۴۔ ايسر عرض وي، ڪيا ڪهون درد پيارا،
حال معلوم آتوهاٹي، ڳاريو تنهنجي ڳاراٹي؛ او

ذلنگ ١٩٤

ويندس ياند ميارون يلي يائي، اسانجو دين ڪفرسان چاهي؛
١ يانيڙ ڪهندي ني ناڪردواري جاني، ملان ڪهندي ني منبر مناري
رام رحيم، هڪوئي آهي.
٢- واٽيا ويتر جيون ٻاون، مسلمين وي سنت بناون؛
او ڪل ڀنهين ڪي ناهين.
٣- يانيڙ ٻهه ڪروي پوتيان ڀڙهندي، قاضي آڪر مسلي ڪردي؛
هر ڪو وات ڀنهنجي ٻيو وڏائي.
٤ ڪهندا ايسر، ڪيا ڪجهه آکون تانگهه تساڏي وي تو ڙولاڪو؛
ساه گهٽو تو توڏي ساهي.

ذلنگ ١٩٥

چا ڪندين هت ويهي ڙي يار، دم ٻرين ٻچاٽو ڪيترو؛
١- هتون نيندء ڪين چڏيندء، مالڪ متن ڪون ويهي ڙي يار؛
دم ٻرين ٻچاٽو ڪيترو.
٢- يائر يائتيا ڪتنب قبيلو، سنگ نه هلندء سيئي ڙي يار؛
دم ٻرين ٻچاٽو ڪيترو.
٣- ڪي ويندين ملڪ ماٽيندين، ڪندين ڪمالا ڪيئي ڙي يار؛
دم ٻرين ٻچاٽو ڪيترو.
٤- ايسر چوي عشق وارن ڪي، بي سمجهن ڪل ڪيهي ڙي يار؛
دم ٻرين ٻچاٽو ڪيترو.

ذلنگ ١٩٦

ڪهڙي ٻره وسايون ٻرسا تان، اسانکي الڻي لهر اوقاتان؛

١- مينهن ماڻ ڌاڙ ڪياهن انهن حسن ۾ وو، ٻوليان لاڻاڻي مون لاتيان؛
ٻوليان لاڻاڻي مون لاتيان، اسانکي اڻئي ٻهر اوقاتان؛
٢- شهر ڏاڍي ۾ ني وي پلا، دلبر ڏٺو سي نمي وي؛
تن من لايون تن تاتيان، اسانکي اڻئي ٻهر اوقاتان.
٣- دام وڌا تي اسانکي دل ۾ دلبر وو، صدقي ڪريان سڀو ساه توتان؛
صدقي ڪريان سڀو ساه توتان، اسانکي اڻئي ٻهر اوقاتان
۴- عرصا ايسر ڪبي اڄڻ جا، ڏهاڙي ڏين ٿو وو؛
ٻوليان ٻوليون اُتي اڳڻ آءُ تان، اسانکي اڻئي ٻهر اوقاتان.

## تلنگ ۴٧

اسانجو هي ءِ هي ءِ حال ڏماڻو، اوهي مڃب ڪريونمونسان ماڻو.
١- اسان اوهان جي اصل ڪون، اڳهي جي آهي ني وو،
(ڏنو) ڏونگر ڏکن جو وهاڻو، اسانجو هي هي حال ڏماڻو
٢- شهر دلي ۾ ني وي پلا، دلبر ڏٺو سي وو،
(آيو) اديون اکين کي اوراڻو، اسانجو هي هي حال نماڻو.
٣- دام وڌا تي اسانکي، دلبر دل ۾ لي وو،
سواءِ سر وڪاڻو، اسانجو هي هي حال ڏماڻو.
۴- سڪ اندر ۾ سيڻون سرواهيون، ٻره وسايو آهي پاڻو.
٥- ايوين نه گهرجي، اوهان کي پار ايسر سان ني وي؛
قبول ٿيو واڻيو، اسانجو هي هي حال ڏماڻو.

## تلنگ ۴٨

محبوبان دي مکر ويکرڻ لي ءِ، عاشق ٻهون پڃاوي (پاڏاوي)
١- مٺن غلام ليڏي درد، عاشق حيران قرداءِ

اوِ وٽ نه هڪڙي وال ڏي، سڀ ڳالهه ميڏي حال ڏي.

## شبد ٥٠ تلنگ

ٻ ارا ڏيرِيا ڪرم ڪا سرتي، سرِسر ٻڪڙي بازي هي.

١- جنهي ماتا ڏايون ڏوئيا، پنچ پنچ ما پي آ بي موئا،
او چتون چور رواجي هي.

٢- جنهن ما تا تلا تيڪا، سيڪي نه لنگهيا اڏي ليڪا،
پوءِ ڪال ڪهارا سر غازي هي.

٣- چار ڪٽا ڪوئي مارِ مناوي، نتان تور ڪسي نهي ماوي،
تو زي ايت ليڪ لدا زي هي.

٤- ماءُ منجو، پُڌ چنهي چڪڙي، سني اُٿي پر رهنج ٽڪڙي،
جٿن هرڻ مچون تازي هي.

٥- نوُناس آتشي، رکه ڏهي هوشيارو، چورِ ملرهان ماه هڪو بارهو،
پوءِ آپ الکه سر راضي هي.

٦- تيرهون تال تتو ڪرِلتن، چوڏهين پندرهين جو رڪيج فڪرِ،
پوءِ چلڏي نه ڏ م ڊرازي هي.

٧- ايسر سورهه ڪو ماري سورهان، ون ستارهان لنگهه اٺارهان،
پوءِ ڏم ڏم توبهه زاري هي.

## شبد ٥١ تلنگ

منجهي الکر مار مناوي، تب درويش ڪهاويگا،
اوچا هوي، ليچ ڪهاوي، ڦرِ مدوي اوهي ماويگا.

١- ڪام سي رکي نه ياري، لورِ ڪري سنگ پرکي تازي،

ٻڻي ٻڻائي تي ڪري هسواري ، ٻوءِ لوها ٻند ڇما ويگا .
٢- لوڀ لعنت طمع نه ڪري، گهر ڪي ناري ٻهو سهي ڦڪري ؛
ڳالهه صحي ڪر سمجهه تون هڪڙي ،
نت نور ڪمي نهين ٻا ويگا .
٣- موهه ممتا دور ڪري ، نيچي نيچي ٻب ڌري ؛
جئن جل ترڻي ، اتي آپ تري، تئن آپ ڪون آپ ستاريگا .
٤- اهنڪار ڪري ڦر نرڳي هووي، نرڪه ڪمي وچ ٻاي روي ؛
ڏکا نه مورکه دل دا ڌووي، توري جهنا ٻهوت رڪاويگا .
٥- ڪروڌ ڪيجي، ڪجهه ڪم نه آوي، ايسر عرض سچ الاوي
سچ الاوي توري ڪلا ڪاوي ، ٻوءِ سنتيان وچ سهاويگا .

## شبد ٥٣ تلنگ

مرڪڻ سيني محبوب مارينديي هو ؛
سرخي چندن مساڪ مليندي هو .
١- سالڪ سهڻيان ڳتيان ، مهرون منديان جوڙي ؛
تاب نه آڻي تنهين سان تلهير توري ،
رکيا نانگه نرار قريبن ڪوري ؛
سيني صاف سپر سنتيندي هو .
٢- سهڻي ڏالوڻي سونهي ، وچ ڪون سون ٽڪا ؛
تاڏي ڳالهه ساڏي جاتي يار هڪا ،
پيا سب لوڪ سارا ڪوجو ڦڪا ؛
ڪل ڪر، هس ڪر، ڪيون نه اليندي هو ، مرڪڻ سيني...

٣- نئين نيت ڏونهي، اکيون عين آهو، راهه مسافر مار کريندي راهو؛
ڪڏهان ن يار آهين، تو ڪر گهرڙ گهائو؛
وچ ڪائي آار ڪجل دي گهتيندي هو. مر ڪرڻ سيڻي ماريندي هو
٤- لبن لالي لائي، چٽي ڏند رهن،
بانهون بانهن ڪي واه واه بازوبند سوانهن؛
منڊيان، چلي، منگليان، سنگهيان صاف ڪهن،
ڳالهين نال اساکون ڳالهيندي هو.
مر ڪرڻ سيڻي ماريندي هو.
٥- تيڏي ڳل سوهي سهڻي يار هَسي،
موهن مالها، سنگهڙ، تعويذن ولڙي ڪسي؛
منڙا مرڪ ڏيون سانون قير چسي،
چادر گهنڊ ڪيون اوٽ ڪريندي هو؛
مر ڪرڻ سيڻي ماريندي هو.
٦- سيني صاف سوهن انار يلا،
بيني بسر دا بيڪار يلا؛
نت بولي لاپا چمڪار يلا،
عشق مجني کون ائٽ گهميريندي هو.
مرڪرڻ سيڻي ماريندي هو.
٧- چولي چولي چملڪي، باري ملهه سڳي،
جتي جوري تالڏي ساڏي دلري لڳي،
جهومڪ جهالر چلڙي دل قہر لڳي،

يوسف وچ بازار چڪيندي هو.
مرڪڙ سيٺي ماريندي هو.

٨- نوري ڪريان پوء لار چمڪار چلي،
نت روز تڪيندي مٺن يار ڳلي؛
پيرين پڙنهي پنڌ رين مين خاڪ ملي؛
سر ايسر نام ڌريندي هو.
مرڪڙ سيٺي ماريندي هو.

## تلنگ ٥٣.

ڪهه قاصد خبر پل پل دي يار؛
ميڏي جان جدائي وچ ساري جل جلندي.

١- ہڪ ساعت دا پريا هـي ميلو؛
ول نه آوسي ائسا ويلا؛
پوء سور ڪنهڪون نه سل سلندي.

٢- ملڻ ہاجهون هڙ ماندي آهيان،
طرف تساڏي ہٺي وارواجهايان؛
روز گريهان راه مل مندي.

٣- ايسر عاشق مول نه هٽڪن، ہيوس آکيان اوليان الڪن؛
ساڏي ڳالهه ڳچي هي ڳل ڳلندي.

## تلنگ ٥٤

ٿيڙو ڏنڌ انڌار چوڪنڌي چوڏس ايسر جو.

۱- اُپريو آب عرش ڦرش ۾، تارا ڪرن تڪرار؛
۲- ماري ڳڏو سي مَنَ اندر ۾، قابل قلاس قندار.
۳- مَڪا جيت، مديِنا مارو، نوري نگهہ نروار.
۴- ڊرڙي آئي ڌَرَ ڌرتيءَ ڪي، ڊيِي ٿي ڊارون ڊار.
۵- لنڪا ۾ دَم لاڏ ڪرن ٿا، لڇمي نارا ئڻ نرانڪار.
۶- اندر ايسر، ٻاهر ايشور، او انئي عرش اسرار.

## تلنگ ۵۵

هلبو ڏور ڏينهن راهہ پڇهي ٿو رَپُ، سودو سمجهي ڪچاڻ
گهري ٻئي ٿي گپَ.

۱- سودو سوئي ڪڇاڻ، جيڪو اگهئي وَڪُ؛
جنهن ۾ ڪوڙ نہ هجن، ڪکہ جيترو قطر؛
اگهئون سَچَ پڇهي، آهي ٻاري نہ ٻرُ؛
ڪنهن ڪي ڪونہ ڏئي لاري اُتي لَپَ.

۲- روڪ پرينديِن اُتي هلي تو راوَرُ؛
ڪاٿون ڪين ڇڏيندء تو رَ منجهون چاورَ؛
ڏور تنيجو پڇهي ٿو ڏاڍو ڏرُ؛
ڪندء ڪيچي ڪوڙو، ٻوء چتيندين چپَ.

۳- اڳي ٻيي هتون هر ڪو هلندو؛
ڪاڏو ٻيتو وڃي سارو سلندو؛
جدا جيءَ ٻنهنجي ۾ ڪرُ جلندو؛

# بلاول

## شبد ٥٧

ڪڏهن خاني هون ۽ بي خاني هون، ڪڏهن خاني هون۔

١- مايا ڪولون فرق هون، وء تسميم ڪولون ترڪ هون؛

جيج ڪولون غرق هون، لک طعالي هون، نهالي هون؛

ڪڏهن خالي هون، بي خاني هون۔

٢- ڪڏهن ذاتي هون اثباتي هون، خيالي هون مماني هون؛

ڪڏهن آلي هون، دَه آني هون، ڪڏهن خاني هون بي خاني

٣- ڪڏهن جامي هون، ڪڏهن چامي هون

اوهان هون، اسان هون؛

ديواني هون، مستاني هون

ڪڏهن خاني هون، بي خالي هون۔

٤- ايسر اوهي آويگا، جب آويگا رِکل ڪاويگا؛

ٿر ڪاويگا اور، هنداويگا، جب ڪاني هون بچالي هون۔

## شبد ٥٨

حڪمون حڪمي آئيا، روزون روز سوايا۔

١- حڪمون حڪمي وي حڪم ڪرونگي وي پيارا،

حڪمي تو احد پنڌايا۔

٢- حڪمي الدر، هي هرڪائي، حڪمي حق پر ڀايا۔

٣- حڪمي هلٽا، حڪمي چلٽا، حڪمي قتل ڪرايا۔

٤- حڪمي مرٽا، حڪمي پرٽاوي، ايسر حڪم هلايا۔

## شبد ۵۹

چادر گهنڊ اوٽ ڪيون ڪر داهين، دلبر ديدار لهُ ڏيندا هين،
چادر گهنڊ اوٽ.

۱- ڪڏهان مرد ڪڏهان مهري، ڪڏهان شڪل مثل شيري؛
ڪڏهان ڪردي هو فقيري، لنگوٽا لعل ٽون بڻدا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

۲- هندو ٻڙهندي اول ٻوٽي، تاهي نيڪ بڌن جي ڏوٽي؛
مٿي واهه واهه بٽي چوٽي، عجب ڪوئي کيل کليندا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

۳- ڪڏهه راضي آهين رحمان، ڪڏها آهه گهتي ڏم ڏام؛
ڪڏهه رلڪي آهين ٽون رام، شمس کي کل ڪڍندا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

۴- ڪڏهن ملان ڪڏهان قاضي، ڪڏهان هين پاڪ نمازي؛
ڪڏهان نمازن سندو نمازي، سولي منصور چڙهيندا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

۵- منائن ڪهن موڳا هي مَن، ڪنائن ڪائي ناحق آن؛
اکيان ڏاڍا ڪشيندا ڪَن، مٿي سرپوش سڏيندا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

۶- ايسر اُسڪي عجب واهه والد، ڪيڏي بازي برهه جي راند؛
هڪڙا تو ڪرين ڪٿي ڪاند، ڪهڙي پاسي پار اڏيليندا هين؛
چادر گهنڊ اوٽ.

Scanned by CamScanner

## شبد ٦٠

پولا مَن ڪَرِ وِچار، پنهنجو ماڻهو ڪون ماڻ سڌار.

١- زارو اڪر رام جو رهيو، سمهي نہ سيڄان مائون ڏکهين؛
پو ساگر تري مار.

٢- ساڌ سنگت سان رَکہ سنيهہ، پنهنجو ماڻ ۾ بسج ڏيهہ؛
مکون پول مراز.

٣- ستسنگورون ماجهون سانت نہ مائين، پنهجو ماڻ ۾ ماڻ وجائين؛
آهو ڪهڙي ڪر آچار.

٤- سودو سچو سَت جو ڏار، مارَ مچا سَب ڦاهي چاڙهہ؛
ماءُ پيرڻ سَب گهتي مار.

٥- ايسر الڪہ ڪو رنگ لاڳو، مليو ستگر پرم پاڳو؛
ديا ڌرم ڌارڻ ڌار.

## شبد ٦١

ساجهہ مرالي ڪَرِ سامانُ، ڪنهنجو ڪوڙ بوي ڪو ضمان؛

١- ديا ڌرم ڪي ڀال بنائون، رام نام پَچِ هرگن گائون؛
ڪايا مايا جو چوڙ گمان.

٢- مرلم مليتا موري مَن لاگا، ست گر ساچا سبد سهاڳا؛
پنهنجو ماڻ ۾ ڏرِ ڏيان.

٣- بند ڪاچا، سبد ساچا، آهڻا تو چنا آيهي واچا؛
ڪاهُ خودي ڪي تونِ تَجِ ايمان.

٤- آهڻا ڪيتا تو آيهي مائسي، حَقُ حساب سَهو وَج ڏيسي؛

سانت صبوري اُبجي گيان.

۵- ايسرُ انتركيلي اڪيلا، آپي هون گورو تو آپي هون چيلا؛
مڪتي نه چاهون، نه منگون ايمان.

شبد ٦٣

صافي تي صَفا صفن صاف، اَندرِ اوهي باهر آپ.

۱- نه مين آون هين، عين مون هين، سني تا نهين، شيعا نهين؛
زمزم احد پيتو سي آب.

۲- ايڪو الف الله اور، پيا ئي ڪيڙي باهر ٻيو ڙ؛
نينهن لاگو بي حجاب.

۳- گگن غفا ۾ رهون نيارا، چوڏهان پرن کيلُ هما را؛
ڏرم راه سي منگون حساب.

۴- جنهن چوايو تنهن چئون تا، عينُ الحق دم هئون تا؛
امان مان هان، ابا باپ.

۵- جنهن چئو تا تنهن آهيون، هندو مومن ايسر ناهيون؛
شيوا نه پوڄا، نه جپيان جاپ.

شبد ٦٣

سرب گهٽ جوت گنگا گهٽ نائون، بن ڄپيا تيرٿ هر گن ڳائون؛

۱- ديا ڌرم سين ميرا مَن پاڌا، پو ساگر سين من هرا ڌا؛
سرُ گوء رکه، مڌان اُنائون.

۲- ست کي سيلي، تپ ڪا ٻندا، رام رحيم جپيون گوندا؛

حاڪم هوڪر حڪم هلائون.
۳- ديا دنبوق (بندوق) ڏرم ڪا گولا، ٻاءِ ٻريم گيان تولا؛
سِر منڪر موذي مار مٽائون.
۴- نيچ مون نيچا اوچ ٿيا هون، ٻگت دان ڏيئو ٻڌ مٽن پائون؛
ايسر عيسيٰ نام ڌرائون، حضرت عيسيٰ نام ڌرائون.

شبد ۶۴

سرب گهٽ جوت گگن گهٽ واسي، ٽريءِ نام جپو اٻناسي؛
۱- پانچ پچيس ڪا آسڻ مارون، ٻريم ڪا کنڊا سيس اُتارون؛
پڇي گهٽ هي مين گيا، گهٽ هي مين ڪاسي.
۲- بيگم پور ۾ گائون ٻلاول، مليا موهن رنگي را نول؛
ٻريم نگر ۾ ٿيا پياسي.
۳- سهد نغارا رم جهم باجي، انهد گاج گگن ڏن گاجي؛
ڪيا هي جوڳي، ڪيا هي سنياسي.
۴- ڪايا نگر ۾ اچنبا ديکا، گورو گو بند گهٽ پيتر ديکا؛
ميرا منوا پدور اُداسي.
۵- ايسر دي گهر ايهور آيا، انهد ٻين مون ناد ٻجايا؛
ڪاٽي ميري گون جم ڪي ڦاسي.

شبد ۶۵

وات ولي ويندي هي وڪار، ڏاڍي ٻندا هو سرڪار
۱- ڪيمڙ ڪار ڪترڻ جي ڪائي، هٿ ويني مون عمر وڃائي؛
سورن ۾ مون ڪوڙ ٿموپائي، ڪا ساعت سهڻ ڪي سار؛

ڏاڍي بندا هوءِ سرڪار.

٢- ڪتڻ جهڙي آهه پي ناهيان، ٻاءِ ڪتي سير وڃايان؛
اميد آسر آهه نه لاهيان، ڪو لنگ ٻنهنجو تون نهار؛
ڏاڍي بندا هوءِ سرڪار.

٣- دوزخ هتڙي ٻاري ڏڙيون، اوليون آهن عشق جون اڙيون؛
توهه منجهون شلِ ڏيندا ترپون، تڙ ٻجهن تا تار؛
ڏاڍي بندا هوءِ سرڪار.

٤- ايسر عشق اوهان جي ۾ آيو، الگ آگهاڙيءِ جو ٻانڌ نه لاهيو؛
ستگر ساري مون ڪونه ڪو چاهيو، اڃي ٻاڻ ٻجايو ٻار؛
ڏاڍي بندا هوءِ سرڪار.

شبد ٦٦

دلبر دِلِ ۾ وينِي اور، عشق لڳا سِر زورون زور؛

١- ائت اندر ۾ تو ڪيون ناهيج، وحدت ساڻ تون ويهي وهائيج؛
پر ڪاڻ تون ويهي ٻاڻ ٻجائيج، چري تون چرخو چورِ؛
عشق لڳا سر زورون زور.

٢- ڪتڻ ٻاجهون لڳندي ڪوڙي، ويل وڃائي تو ويٺي موڙهي؛
پر تون ٻانڌي ڪتي ڪر ٻوري، نت ڏهاڙي ڏورِ؛
عشق لڳا سر زورون زور.

٣- ڪين ڪريان ست ڪتان ڪهاڙو، نفس شيطان آهه ٻت ٻلهاڙو؛
ساعت ساعت ۾ ڪيج سنڀارو؛ نيڻين لنب آڪوڙ؛
عشق لڳا سر زورون زور.

٤- ايسر سالو ڪندو آئي سنڪو، تو اندارو ٿيندو ٻنڪو؛

ڏنَ جوين جو ڪو ڙو انڪو، جنهن ٽرندي ڏسي ييو لوڙ؛
عشق لڳا سر زورون زور.

شبد ٦٧

وچ ايسر دي ايهور اوهي، ايسر نام ڌڙيندا هين؛
قر الله آپ آکيندا هين.

١- آپي ظلمي آپي ظالم، آپي پنڊت پڙهيا عالم؛
مسلي ڪول وکيندا هين، وچ ايسر دي ايهور اوهي.

٢- اندر پيري اندر نيري، آپ منشي آپ لبيري؛
ظاهر ذبح ڪريندا هين، وچ ايسر دي ايهور اوهي.

٣- شاعر ٿي ڪر شعر آکيندا، سورنهن بن ڪي ملڪ سڏيندا؛
ڪڏهان سولي ڪر چڙهيندا هين، وچ ايسر دي ايهور اوهي.

٤- ايسر عرض اهوئي آکي، مال پرايا چوري چاکي؛
وچ رانوتي دي رهندا هي، وچ ايسر دي ايهور اوهي.

شبد ٦٨

آوڻ دا گل لاوڻ دا، تيرا درد فراق نه ماوڻ دا؛
ڏي عرصا اسانڪون آوڻ دا.

١- اڳ ڏڏڙيان پديان ڏيندي هو، ڪڏهن ڏڏڙي عيب چپيندي هو؛
ڪڏهن وپري تي سر وڳيندي هو، تيڏا پره باري نهي چاوڻ دا.
ڏي عرصا اسانڪون آوڻ دا.

٢- عشق ميان سر آيا هي، جنهن باري حڪم هلايا هي؛
چاڄهنگ پت قيد ڪرايا هي، سادا سور سيوني ستاوڻ دا؛

ڏي عرصا اسانکون آوڙ دا.
٣- ايسر عرضي اصل دا، ڪر ڪم شتابي و اصل دا،
ڏي حڪم ضرورت حاصل دا، تيڏا عشق چپي نہ چپاوڙدا،
ڏي عرصا اساڪون آوڙ دا.

## شبد ٦٩

ڪيون ڪيون ميڏي نال مترا ڪردي هو ماڻا،
عشق تيڏا هر پار نہ يار وکاڻا.
١- سڪر بڪر ڪمن ديوليان جائي، وهڙي پرتو راند رسائي،
ڪهان ڪون ڏيندي هو پاتشاهي، ڪي وڃت ڦن اڏنس،
ڪي وتن ڀندي داڻا.
٢- نوري چم چم ڪردي چوهي، بازو بند ميري دل موهي،
رکي ليچ لاهي نا لوئي، جهان ڪهان حاضر همرا تاڻا،
٣- نيڪر لتي وچ ناز ڪر يندا، مڪا مدينہ حج پيتيندا،
ڏولهي گل گفتار ڪريندا، قاصد آيا يار معراج سڏاڻا،
٤- ايسر عشق اندر وچ گول، بلخ بخارا استمبول،
ڪهان دي درتي وچندي ڊول، آخر چلڻا يار پسون ڏيهه ڏاڏاڻا.

## شبد ٧٠

بره ڪي بات نرالي، دست خنجر خوني خالي.
١- حسن ڪيان ڪليان وي، تن وچ رليان ٻيارا،
هي تہ ٻيا لا مي بلي، نال نہ جاڻا ڪوئي تالي،
٢- بره ڪيان باهيان وي، مٿن سر آئيان وي جيوين،

کيوين سي ڇڄهکي ڀڄهايان  چانم تتري مڻن پيلي ؛
۳- آپ وچون ميں وي ،  آب ڀايا وي جانسي ؛
روزون روز سوايا ،  خيال نہ جانا کو خالي.
۴- ايسر عرض آکيندا ،  نِت نِت روز تکيندا ؛
لِکَ لِکَ لُقما لتيندا ،  پرت پيا سنگہ ڀالي.

شبد ۷۱

لڳي آهہ بني اُني پار ،  اُرِ آءِ اساڏي پار ؛
۱- نيمهن سچي دا ماريو نيزا ،  اولگپيا جلدي کُرپہ ڦيندا ؛
ساڏي جنگ چڙهي جهلار ،  اُرِ آءِ اساڏي پار.
۲- دين کفر وِچ گهتيون تيرا ،  منکر موڏي مارون ٿورا ؛
ساڏي صاف سچي تلوار ،  اُر آءِ اساڏي پار.
۳- تي جهلاڙيان ساڏيان چڙهيان ؛  سچان ڳالهيان ميڏيان پرئيان ؛
سوالکہ کاٽي هِک هزار ،  اُرِ آءِ اساڏي پار.
۴- نامِڻن شيعا ، نامِڻن سني ؛  پرهما وشن مهيس مِڻن مني ؛
کنتيون قلب کا پار ،  اُر آءِ اساڏي پار.
۵- ڏو سو دار آساڏا قايم ،  جهان کهان وِچ هردم دايم ؛
لنکا وِچ کريون للکار ،  اُر آءِ اساڏي پار.
۶- ايسر عيسيٰ ، مِڻن حضرت عيسيٰ ، هردم هَرِ اساڏا کيسا ؛
پيءُ هرِهور جهرکي جهار ،  اُرِ آءِ اساڏي پار.

شبد ۷۲

ميرا مَن موهن منا سردار ، مِڻن لڳمي هوئي تيڏي پار ؛

١- پَلِ پَلِ ٻَني مٺڻ سينڌ ڳنڍاوان، هردم دلِ وِچِ هرجسُ ڳاوان؛
مٺڻ ڪرڪي هار سينگار.
٢- دانهن درد دي آکهه سڻاوان، پيلي ٻهه ڪر منجهيان ناوان؛
مٺڻ عاجز هوئي انتظار.
٣- ٻدمي ڏيٺو ته ٻيري پائون، روء زمين ڪا حڪم هلائون؛
مٺڻ ڪملي هونَ ڪاردار.
٤- عرض **ايسرؒ** کهي نماڻا، ناڪوئي ڪيتم ڌرم ڪا داڻا؛
مٺڻ مالڪ هوئي مختيار.

## سارنگ

### شبد ٧٠ سارنگ

جنگ لڳي آهه جوانَ، هندو مومن دي.
١- هندو مومن دي لڳي هي لڙائي، وڙهه وڙهه ڳئي هي عمر اجائي؛
ٻوي ڪَلَ ڏونهان نون ڪاڻ.
٢- هندو مومن دي ذات ڪيهي، چوڳ چڳڻ آيا ٻڪي ٻرڏيهي؛
ڦر هوئي ابهي حيوان.
٣- هندو پڙهندي اصل ڪون ٻوٽي، پاڪ ديهي هنن ڌرم دي ڌوتي؛
ٻلا هي ٻگوان.
٤- مسلمين جو آپ مساوي، چوڙ حلال حرام جو کاوي؛
ٻوء ٻهون پڙهي پيا قرآن.
٥- پڙهه پڙهه ڪيتيني ڪاغذ ڪاري، پڏِ ڳئي هن قابلَ ڪاري؛
مڻي وچ ميدان.

٦- ايسر عاشق وِچ وچولي، هر بازي وِچ رهن سمولي؛
جالن وِچ جولان.

## شبد ٧٤

عاشقان کون ماتام اندر وچ، دم دم دل وِچ پنڌا يار؛
بهر ايهو هت کنڌا بار.

١- مشکل چاوڻ عشق کي کاري، ڀڄون ڏڏ ته دَر دَرِ خواري؛
نا ولڻا، سر سنڌا يار.

٢- مشکل لاوڻ عشق کي باري، ڌُون کو چهبک بشارت تاري؛
يَکِ پڙنا يک مرنا يار.

٣- ڀڄي مرڻ کنون اڳمر ڀڄي، ٿي صفاسک سولي چڙهي جي؛
نا کرنا نا پڙنا يار.

٤- زهر پيالا عاشقان قبوليا، جنان هوليا جهنڊا جهوليا؛
ڏيوڻا سر، کيون ڊرنا يار.

٥- ايسر عشق کي مشکل ڀُوڙي، کا قضائي کاکاروري؛
لڏڻا، سَپ کَڇ چڏڻا يار.

## شبد ٧٥

هِت هِت صاحب هکڙو يار، سائين داون تنهنجي پر لکڙو يار؛
سالکن سمجهي ڳالهه سيائي.

١- جتسا ويکو تتسا وکالا، هکوئي پڪو هکوئي چالا؛
پٽو پڌر کر، پکرو و يار.

٢- نا کوئي قند نه ڦير ڏنوني، نه کوئي غير نه مير ڏنوني؛

ڀـــوءِ لوڪ سارو سڀ ڦڪرو ٻار.

٣- ائٽ عشق ڪا ترڪڙ بازي، گُرُ مرشد سر هووي راضي؛

ڀـــوءِ رکِ همت مَن مَ ڪرو ٻـــار.

٤- دوائي ڪون دور ڪيتو لبي مطلق، پيائي ڪون پوڙهه پنولي مالڪ

ڀوءِ هڪ هِڪ حق، حق ڪرو يار.

٥- ايسر ڳالهه هڪا هڪ بوليون، ڳوت الهي ۾ تا دلبر ڳوليون؛

ڀوءِ تاسَ ڪيو لِن تڪرو يار.

## شبد ٧٦

سر تيون آيو سِرَ تي، اديون عشق اٺانگو.

١- نور منجهائون وي نانگا نڪتا، لاهي سرَ جو ٻرَ سانگو؛

اديون عشق اٺانگو.

٢- ليڪن نرواري وو عشق اظهاري، ڏيري آيو سر دانگو؛

اديون عشق اٺانگو.

٣- عشق دي منزل وي اوکي اٺانگي، نينهن نسورو نر نانگو؛

اديون عشق اٺانگو.

٤- پتر پگهري وي ماٺي تيئرو، ڪوله نڪيو ٽڪر ٽانگو؛

اديون عشق اٺانگو.

٥- لعل لوڙايا پرين ٻهايا، لنگهي ممتا ڀَــرَ لانگهو؛

اديون عشق اٺانگو.

٦- عاشق عيسيٰ وي، معشوق موسيٰ، ڪيو ايسر سونو سهانگو؛

اديون عشق اٺانگو.

## شبد ٧٧

جيڏيون منهنجي جيءَ جو، آئُو جانب جياهو؛

١- سورَ مَڙيئي سڌ جي آيا وي، ڏکن ڏنرو ڏورِاهو؛

٢- سنيري سورن وي پڌو سندرو، چاڻي ماريم ۾ چاهو؛

٣- سورن سنيري ڪيو سنياهو، سنت ڪريو سياهو،

٤- وڏڙا اسالجي وي ويئي ولايت، نينهن مڪو آهه نياهو؛

٥- ايسر عدلي، وي آهي گدلي، چاڙائي ڪيم جياهو؛

## شبد ٧٨

سَتُ آيو سترام- اديون ڙي اسان وٽ.

١- سَتُ آهي پلي سچ آهي سهڻو،

جڙيو جهان ۾ تارو هوئڻو، عشق لائي آهه ڏمِدام؛

٢- ست آهي صابر، احدي عابد؛ هري هري هَرنام؛

٣- ست آهي سارنگ، عربي آڙنگ، جنگي پيتوسي جام؛

٤- ستم آهي ستي، جتي تتي، ايهو ڪيوسي ڪلام؛

٥- چيرچليو، چڙڪيو چوهون، لکن مٿون ڪروڙن ڪوهون،

اهڙا پور ۾ عام؛ اديون ڙي اسان وٽ.........

٦- ايسر عدلي، عدلون چئو، راحب رنگيِ واحد وئو،

اسم ڪيو آهي اسلام؛ اديون ڙي اسانوٽ......

## شبد ٧٩

وندر جي وطن ۾، ويئي مليان مون ميت، لايان تيلِ قليل؛

١- ڏينهن انين ڪندا محب ميلو، اچي لعلن ڪَڏ ليت؛

٢- ڪنيمون، ميها مرڪ مارن جا، ڪائي پريمدس پيت؛

٣- وڻڙا مڙهن، ٿيون گلزاريون، پاڇهه منجهون ٿيو پيٽ؛
٤- عالم ليکي آهي اولهارو، اسان ليکي چيٽ؛
٥- ڏکين عيب ڏٺيءَ جا ڍوليا، داون پنهنجي هيٺ؛
٦- لاڏ ڪندس پنهنجي گهوٽ سان گهر ۾، ڇڄو ڇائو ڇيٽ؛
٧- حاضر ناظر آهي هنج ۾، صاحب سانول سيٽ؛
٨- ايسرَ ايندا مون مرين، خوشون ڪواسانجو ڪيٽ.

## شبد ٨٠

اديون مونکي هوتن پڌو هڙ - مڪم مڙهياءَ ڏاڍي مڙهه؛
١- ماڻيون سمهان پرينت سان گڏ، سر سان اوڏي سڙ؛
٢- اُيرپو عشق اندر ۾ اسانکي، پره لائي آهي ڪڙڪڙ؛
٣- هوتن رکيو هنج ۾، وشن کيا آهن وڙ؛
٤- ڇڏي ڇري ڪينڪي وو، ماکي جانب ماري تم جڙ؛
٥- ايسر عجب جا لا، تار وهن تا تڙ؛

## شبد ٨١

ليفهن نوازيو نذر کي - ليفهن نوازيو.
١- نکي ڏناءَ سجدو، نکي پڙهيائين نمازو؛
٢- اگهي در دوستن جي، جنهن وضو نه سازو؛
٣- وڏو حورن پرن هنج ۾، کنيون مَلِکَنِ جنازو؛
٤- ايسر ٿي احسان ٿيو، ڪياءِ واعظهي وازو؛

## سر سورٺ شبد ٨٢

ڪوڙ ڪامي ڪوڙ ڪرار، ڪوڙا قصا هن ڪاردار،
من صاحب ستگور اندر ۾، من آهي مختيار ڪار؛

١- ڪوڙ زمينَ ڪُلّ زمني، ڪوڙ آهي زميندار؛
لوڀ لعنت، ڪوڙ تي، ڪوڙو سوال صوبيدار؛
٢- ڪوڙ آدم، ڪوڙ حوا، ڪوڙ سارا هي سنسار،
لوڀ ممتا، ڪوڙ تي، ڪوڙو جوين جمعدار؛
٣- ڪوڙ هندو، ڪوڙ مومن، طلب تنجي تڪرار،
اهنڪار ڪاوڙ ڪوڙ تي، ڪوڙو دم دفعيدار؛
٤- غم جسي ۾ غرق ٿيءُ، ايهو توڪي اختيار،
نفس ڪام پيي ڪوڙا ٿي، ڪوڙو ساهه تي سليدار؛
٥- ڪَر آمنا، چڏ تمنا، اچ ڪسرع تو آهي ڪار،
ڪروڌ ڪاوڙ، ڪوڙ تي، ڪوڙو تن تي تپيدار؛
٦- ٻعد ڇهن کي ڇوه مون، ٻوء شينهن تي ڪرلون شڪار،
موسلي يڪا هٿي موت ڪولون، ٻير ۾ جيڪو بيمار؛
٧- ڇڏ سمهڻ، ڪٽ ڪال کي، ٻوء دلبر جو ٻس تون ديدار،
درازي دلبر اسانڌا، دانهن اوهي هيء دلدار؛
٨- مڙس تي ميدان ۾، هرڪو هٺي منهنجي لباڙ،
چور چاري جو لڳو تي، عالم ۾ جيڪو اظهار؛
٩- منا منهنجي ميء ڪون، ماريا آهن حجتي خريدار،
ٻڙهي ٻر جها ڪينَ ڪي، ٻڌا ٻيائي جي قرار؛
١٠ ايسر کي عرصو ڏسڻ جو، اجان توٽي آهي انتظار،
قبول محمد ڪرم تو تي، ٻاڪ پرور هوڏڪار.

## شبد ٨٣

ٻولڊو ڪيڇن ساڻ منهنجو ڪَم، ري اديون هاٺي هلبو،

١- اديون اول نالو نام جو (الله جو)، ٻيو سڀ ڪوڙو ڀرم ؛
٢- سڀڪا هلندي هوت ڏي، ناهي ڪيهن جو ڪم ؛
٣- اديون سنگ پرينديون سڀڪا، ليڪو ڇڏيندو جم ؛
٤- ايسر عشق اٽانڪو، گرو لاهيندو غم ؛

## شبد ٨٤

اهڙا آپ تو ڪوجا ناهين، اوران نون ڪيا آکندا ؛
ڪتي وانگر ڀونڪ ڀونڪي، شيءِ پرائي ڏاڪندا ؛
١- دم ڀر دم تو جيتيا ناهين، ڪميان مرهيان لاوندا ؛
جوڳي جڳت جاني ناهين، ڪوڙي ڪن ڪٽاوندا ؛
٢- برما برهم ڇڏيا نيا ناهين، ڪيسي تلڪ لڳاوندا ،
اندر نا ڪر اندر دوارا، گهر گنگا ڪيون نه ڌاوندا ؛
٣- ملان هوين مرنه جاوين، ڪيون مدينا ماٿدا ،
من مڪه، تن حجرا، ڪيون دوزخ ڦر جاوندا ؛
٤- مکي هوين، من مناوين، سرڳ لوڪ سي آوندا ،
ڀٽيا وديان ڪائي ڪر، انهي ڇڏي هوءِ ڇڏاوندا ؛
٥- ساڌو هوين سر نه ڏيوين، ڪيسي جاما پاوندا ،
لوڪان نون نگهه لائڪي، ڇڏي پڪتي وچ تون ڪاوندا ؛
٦- نو (٩) دروازا بند هوڪي، ڇڏي پدمي ڀاوندا ،
الٽا پون چرهاءِ ڪي، ڦر تو لهين الله سڏاوندا ؛
٧- ايسر گور پورا مليا، تڏهان سچ الاوندا ،
وچ روهڙي گذران ساڏا، ملڪ ڀاجهون ڪوڪاوندا ؛

## سر آسا شبد ٨٥

گرو بن گيان نہ پائونگي، توڙي گنگا تيرٿ جائونگي
ڦير نہ ڦيرا پائونگي.

١- گور بن گيان نہ پايا هي، توڙي ڄٽا بهت رکايا هي؛
ٻن ٻن هٽيان ڪايا هي، توڙي انگ ڀڀوت بسائونگي،

٢- گور بن گيان نہ گور بن ڌيان، گور بن نهي ڪو الٽ ضمان؛
توڙي ڀون اپسيا ڪري اشنان، ٻڙي ٻڙي تلڪ لڳائونگي.

٣- گور بن آئيا نہ گور بن جايا، گور بن نهي ڪو گيان هي پايا؛
توڙي بيد پران ڀون ڀون اٿايا، توڙي دونهي ڌور لڳائونگي.

٤- ٻڙي ٻڙي پنڊت ٻڙي ٻڙي قاضي، ايهہ سنسار هي ترڪ ٻازي؛
هرڪا چلندي حيلي سازي، ٻچي دين ڪفر ڪولڙائونگي.

٥- ايسر گوران تون مٺن ٻلهاري، ڪٽ اندر دي جنان اٿاري؛
سرڻ پرو هان، ٻنج تهاري، ٻچي منڪر مار منائونگي.

## شبد ٨٦

عاشقان دي ٻات عاشق سمجهن، ٻي ڪون ڪل نہ ڪائي رئي؛
ٻڙه ٻڙه جناندي عمر يا ڳئي هي، ٻلي نہ ٻڌي هي تن ٻائي رئي.

١- عشق ٻنا نہ ڪو آيا جايا، ٻيا وٽ هي سب ٻدت اجايا؛
جن مار اندر دا دز وڃايا ٻچي راند انهان وچي ٻائي رئي.

٢- ملان مسجد ٻهندي ڪوڙي، توڙي عامل هن ساري ٻوري.
عشق ٻنان هن مت دي موڙهي، جنان ڳاري عمر اجائي رئي.

٣- عشق نہ ڏنگريان ٻگريان ٻهندا، تي ڪر ٻکر اوڃ جو ڪسندا؛
هوش ڪنون ٻي هوش هسندا، ٻيدردون درد قاصائي رئي.

۴- وانگر پتنگان عاشق جلندي، سوز اپنا نهين جو سلندي؛
ڳالھ انهي وچ وَلِ وَل ڳلندي، جن ڪيتي اِت ادائي ري؛
۵- عشق ايسر اختيار ڪيتا، جنهن شوق شرابون گهٽ پيتا؛
دستون ستگر جام ليتا، جن سرڪي سوز چڪائي ري.

## شبد ۸۷

تين لوڪ ۾ هري جَس تيرا، هري ڪو نام مراري؛
سرن پڙي ڪي لڄ جو پالي، راکو لاج هماري.
۱- پَتِ راکي پهلاج ڀڳت ڪي، قدرت تيري نياري؛
ٿنڀي او پر ڪٿلي چاڙهي، ڪٿي هرناڪس هسواري.
۲- ڏني جتي رام ڀجها يو، ڪٿي آهه ساڏ سچاري؛
پتر مون جنهن ڀرپو پايو، سٽو سنگت ساري.
۳- هم پوتا تو لاج پتاڪي، سمرت هي ستاري؛
اوگڻ هاري ڪو گڻ ناهين، صدقي جاوان ٻلهاري.
۴- آپي تون دولھ، آپي درزي، آپي هَر هر هاري؛
آپي رنگي آپي تون جنگي، آپي وڻج واپاري.
۵- آپي تون دانا، آپي بيعا، آپي امر اوتاري؛
ايسر داس تيرا گن گاوي، هم پوڪا تون پهاري.

## شبد ۸۸

رام ڪو نام سنڀار موڙها من، سمجهي راهَ سڄاڻي؛
آج ڪَلھِ تيڏا سات لڏائو، آئي سنجھ سياڻي.
۱- ڪيا ڪجھ آلده، ڪيا ڪجھ نيسي، پڪ پر البد پاڻي؛
جَمَ حوالي جو وَجِ هوسي، تيسي ست گر ساڻي.

٢- ڏن جوين ھي چار ڏھارا، جنھن ھڻڻ اتي ھاڻي؛
چنڪي ھوند ھئي پون اتي، ڪال اھوين ڪر جاڻي.
٣- ڏينھان ڏورج ڏک اندر ۾، راتيون رئن وھاڻي؛
ڪنجھا تولا تالا والا، ڪنجي رتي رمز اگھاڻي.
٤- جو دم جيون يار حياتي، تند ايھا ڪر تاڻي؛
صبوح سنجھي چو تو ھڻين، ٻول ايھا نت پاڻي.
٥- آڏر اوتِ اوھا لھي آھيان. مون جيئندي يارجو ڳياڻي؛
ايسر داس تيرا گن گاوي، ايھا ٻولي ساھ سيباڻي.

## شبد ٨٩

اسراڙ دم دم ويکو يارو،
ڪجھ سمجھ سياڻاوي آھوتي وارو.

١- ٻرم بيراڳن اچي راندِ رچائي،
دونھين اندرِ ۾ تنکي ذرد دکائي؛
اھي بِـڪ ۾ سڪي ويا، نا ٻريو ھون پارو.
٢- اوندي جوڪنڌ ٻيا اوھي الکم اورين،
سڌڪا ٻريون سامي سمرنيون سورين؛
سٿرو لنگھي وين، ايھو سڪ ۾ سيارو.
٣- چيلا ٻڌي جنِ چاڙھيا جي چوتا،
الک اُنھن جا آتي اندر ڏوتا؛
ھر دم اٿن دل ۾، اَھڙ اونھارو.
٤- جوڳي اُھي جن جوڳ ڪمايو،
ميءِ ڪي ماري تنِ رام ريجھايو؛

ماري ويا ملڪ تي . اوهي نيڻهن جو لڳا رو .
٥- ما تام عاشقن روزون روز آهي ،
ايسرؔ عـــرض ابهو ٿو الائي ؛
ساهرو سڪي ٿـــو ، ايهو منـــڙو وڇارو .

شبد ٩٠

ماري عشق ڪيا مَنْ مولا ، ڪيهي تول تولينديَ هو ٿ. لا .
١- ڪڏهان نسنگھ ڦرين تو نانگا، ڪڏھ بڻي مسيت ڪا ٻانگا؛
سودا وٽيج ايهو ئي سهانگا، ڪڏھ ڳلي وچ ڀري چولا .
٢- ڪنان ڪون ڏيندا هين مال خزاني،
ڪي وَتِ ننگي ڦــرن نيراني ؛
ڏورون يار ماريندي طعني ، ڪي وَتِ ٻنـدي اولا .
٣- ڪتان بـــارِ هتيـان ٻهنـدا ،
حال حبروي ڪهڪون نہ ڪهـدا ؛
مڙهي مسيتي ، لو وچ رهندا ، ڪِتِ رِڃ رريندي هو پولا .
٤- واھ واھ تيـڏيان وڏان وڏايان ،
شڪر منگان مٿن ڪرو پلايان ؛
نيڪي ڪرڻ مٿن تيڏي گاوان ، ڪيهي ڦول ڦولينديَ هو ٿولا .
٥- ڪڏهان تون جودون جامان ڀرين،
تينون ڀولڻيان شهري ٻهري ؛
تار منجهون شال تون هين تارين ، ايسر اصل دا گـولا .

شبد ٩١

لائي عشق اندر وچ هولي، تنهنجي واھ وٽي منڍي ٻولي

١- برهه تيڏا بلغاريَ دا، عشق لڳا اظهاري دا؛
مٺن طالب هان تڪراري دا، لون آءُ پُهه منڙا جهولي؛
٢- تٺن ڪارڻ مٺن مران جيوان، سر ڪي ڏي پيالا پيوان؛
ڏي سهاڳ، سهاڳڻ ٿيوان، ڪـڏ ڳنڍاريان ڳولي؛
٣- ڪانهي واهه ويچاريءَ ڪي، يار لنگهايو اٽاري ڪي؛
ڪرم ڪريو بيڪاريءَ تي، مان پسان مرين جي ٽولي؛
٤- آهيان اوهانجي ڪريو مونکي ٺهنجي، اولاهار اسرتي سهندي؛
اوهانجي ڪارڻ دلڙي ماندي، جند جان سڀڻ تان گهولي؛
٥- ڪهندا ايسر نيچ نماڻا، نا ڪوئي ڪمتر ڏرم دا داڻا؛
عشق تيڏا ميڻون اندر سيباڻا، سر لي آءُ سـن پولي.

## شبد ٩٢ آسا

اڳي پڇي سڀ مرڻا يار، سمجهي ساڌو سؤدا ڪرڻا.

١- ڪوڙا ڪاغذ رکيئي نا هي، لهڻي وارا ايندءِ ڪاهي،
ڏر لي ڏيندءِ ڏرڻا يار.

٢- ليسه ليندءِ ڪيئن ڇڏيندءِ، نه ڪي پدي وڃي لورييندءِ،
سڀ ڪنهن ليکا پرڻا يار.

٣- ڏکن لنگهائي، ڪن لوڙهائي، ڪي ٺٺي هن وڪر وڙهائي،
ول نهين ڪوئي ولڻا يار.

٤- ڏرج ڪو ڏيان، ڪٽنج ڪوڪيان، ايسر منگدا ڪرواحسان،
ڪرڻا نه نه ڏرڻا يار.

## شبد ٩٣ آسا

وچن اپنا کيتيء برتنا، هتھن اصل دا کوڙا يار.

١- اُٿان آکيه مين تيري پڳتي ڪرسان، وِچ محبت دي مٺن مقرر مرسان؛
هٿ مال لٿيء سڀ لوڙا يار، وچن اپنا کيتيء برتنا يار.

٢- اِٿان آکِر کيتيء وسارا، عمر تيري وِچ پيا هي لا بارا؛
جتھن ماٽي ڦري ته ڦوڙا يار.

٣- چارئي چور اڳا تي چاري، اُلون کڙا هي بانس جي بهري؛
هوء سخت مارينديء سوڙا يار.

٤- مٿا کر کاڏه مال ڍايا، تو وقت اپنا جنم گنوايا؛
ٺٺا کال کا پکرا موڙا يار.

٥- ايسر جن پيالي پيتي، کي وَت مرتي کي وِت جيتي؛
تو ن چو ڏنگايون ڏوڙا يار، هي اعل دا کوڙا يار.

## شبد ٩٤ آسا

سر الڪاري نوريء وارو ورٿو - الله آهي منهنجو عرصو.

١- اول الله مون ماتم جهولي، ڏيان هر کي هر هر لولي؛
ليکهن لٿون لر لر سو، الله آهي منهنجو عرصو.

٢- برينء پدر لي پاتا ديرا، دين کفر گڏ ڳائي سهرا؛
برهه باري آهه بر برسو.

٣- هر هر پايان هر سان هِسي، محبوبن ڏلِ ماٽي مسيء؛
تيلا هون ڪٿن ٿا ترسو.

٤- وَهِنَ جوڙا ڳرن ڳوڙها ، مُرڪي ڏيان پنهنجي محب سان ، وڙا ،
ڳاهه ڳاهيو تم ڦرسو .
٥- يمن جو عشق آهه اڏڪو صدقو ، ايسر عشق آهي دولهه ڏڏڪو ،
صاحب ڪيو آهي سرسو .

## شبد ٩٥ آسا

ٻانڙ سان پريت منهنجي ٻانڙ ۾ ليٽي ،
چارئي چاري آهيون لنهنجا نينهن لر ليهي .
١- ساڌت صلح صبوري ، ڪي منهنجو پهي ،
رام نام سَچُ هيءَ ، ست هـــي سنيهي .
٢- ٻانڙ منجهون لعل مون تان لوڙي لڏم لڏَ ۾ ،
دين ڪفر اسلام ، حاضر منهنجي حَدَ ۾ ،
اول کهولِ سِرَ صدقو ، رمز دِلِ راهي .
٣- ٻانڙ منجهون ٻانڙ هنيم نينهن لڱون لعرو ،
جهلي مون جهولي ۾ هيو ڪنيعو ڪارو ،
ڏَرَ اباطي ٻارَ جا ماکي ڏير گڏيا ڏيهي .
٤- ايَسَر منجهون ايشور ٿيو وڻون ويجهو ويهي ،
جني ڪانڍ هنس ڳولائو ، ساڳيا ملياسيٺي ،
اِڪي ، ٻڪي ، حَقّ هڪّ ، لڪي آهيون ليٽي .

## شبد ٩٦

يار ڏڏلو يار کي سکهو سُڌ سُڌ ۾ ، دين ڪفر اسلام ٻوٻون مان اڳير .

١- جيڪي پانهنجو ڏورها، سي ويجهي ليڙي وِچ حضور،
بي مڙيئي هَل هَل ڪور ڪور ڪور، ترڪرام ترڪرام ختر ساط ڪَنڌ ۾.
٢- سڏ ڏنو سڏ ٿيو عرش آرانپو، ڪٽڪ جوئر اوهان ڪاڏي
اسان ڪاڏو جانپو، الله ياوين هرد ۾ هوي جڙيو جاني جڳ ۾
٣- سڏ ڏيو سڏ ڪيو، قلب ڪوڪاريو،
عشق جي آڙاهه ۾ ڪيو محبوبن مارو،
رام نام سَچ هي، وهيو وارمس وڳ ۾.
٤- احدون اَصلون پار مان، آهيان ايسر ايسري،
مڪرط ماڪي ڪَڏ ٿيو هڪ وير نه وهندم وسري،
جيم جڳديس ڪسي روح وڳ رڳ ۾.

## شبد ٩٧ آسا

پنهنجو پنهنجي ساڪ وڌايو، دمڙي ڏوم اُتي ڪٽي لايو،
تيل تماڪو سودو سيو، اهيڙا ڀهڙا وچ جي آٽيو،
ڳالهه انهيءَ ڪي چو ٿا تاٽيو، ويهي ايهو انگ پڌايو.
٢- ڪٽڪ جوار چانور چرڙي، مگ مترآهه مانهن جي ڪرڙي،
هرڪنهن منجهون ذرڙي ذرڙي، پنترهي چو ٿين ٽڪي ملايو.
٣- ڪنڊ مناڻي مصري پتاشا، ڳاڙها هن ڳڙ جا روڙا،
بخت توهانجا ٿين ڏوڙا، چا ڙڪ مرط تي ڪيهه ڏوايو.
٤- ميت مهانگو ڪار سهانگي، سهنور سرري پاڪ پنهنج
توڙي هجي ڪارو نهر، پاڳو اسانجو وِچ ڳٽايو.

٥- ڏوکَهي چوهاڙا ٻاکه ٻدام، ڳالهه اسانجي ڪريو مدام،
ايهي آخر پئو انجام، مرچي سڀنجو ڀلو ڀايو.
٦- تارو جو اوهين ٽا پيو تلو، ڳالهه اُلهي کي آئي ملهو،
کهڙو جنگ پئو تو جلو، ايسر تاهي ٺيڪ پڌايو.

# ”اوڙاٽا“

## سلوڪ (١)

واهگرو لي جن ٻهت آندي، تنکي ڪوي نه ڪا،
اٺ جر ڏسدا ميوا عجيمن ڏنا، قلّ قربون سي ڪاءِ.
تندون تارا ان طلب چئون، تڪيون تت وجاءِ،
ٻل ٻل ڏور سريم جي، ڳل ڳچيءَ ۾ ٻاءِ.
ايسر ڳرط ايهي ٻاءِ اڳيون عجيمن جي

## سلوڪ (٢)

اڳيون عجيمن جي مان ڳايو چا ڳاوان،
فريو تا ڀر دريام ۾ دمدم مان ڏاوان.
هردم وهان هنيج ۾، مان خوشي سلن ڪاوان،
لڏيون من لاوان، ٻلاسي ٻيغر ٻور ۾.

## سلوڪ (٣)

ٻلاسي ٻيغر ٻور ۾، مون لوڙي لڏو لعل،
آڳڙي وس آن جان، ڪڏي ڪوڙو ڪال.

هر دم وهان هنج ۾، تنهنجي نالي کيئس لهال،
بلبل بڻ سان ويٺي، مان ڳجهو ڳاريان حال.
مٺي مليو آهه مار، توکي ايسر عجيبن ڏانهن

سلوڪ (۴)

مٺي مليو آهي مال. مان کاوان هنڊايان،
واهه واهه ويس وڌندا، هڪ لاهيان پيو پايان،
هٺا دايو ڌرم جو، مان جهنڊا جهولايان،
ڌرڌر ڀٺي برهه جي، آءُ تتي تپايان،
ڳرط وينو ڳايان، ايسر عجيبن جا.

سلوڪ (۵)

اديون ايسر کي، آهي طمع تن جي لوڙ،
مشرق ۽ مغرب جي، اوڙهي وهي تي اوڙ
پڪو هنياءُ سچو ٿيو، منهنجي سانول لاتي سوڙهه،
محڪم محبوبن جي آتم من اندر ۾ موڙ.
لعلن تنهنجي لوڙ اٿم هنين کي هنياءَ ۾.

سلوڪ (٦)

ساجن لنگهن سڪ جي، ساهه اندر سوري،
برابن سپ لوري ڪئي ملي ملڪ مزوري،
مت نه آهيان محبوب جي، مان لڙيءَ ۾ لوري،
هن ڪوڙي جو، ڪالڌ آهه مهجو حاضر حضوري.

هن جو حال ته ڪونه آهه، اڃي ٻاڻ ڪيو ٻوري،
هي اڏ ڪي اڏوري، تهدل لنهنجي توهه ٿئي.

سلوڪ (٧)

عجيباڻي آگ جني جهلي جان ۾،
پتنگ جان ٻچي ويا صافي صفا سهاءُ.
آج ڳڻ ايهي ئي ڳاءُ، ايسر عجيبن جا

سلوڪ (٨)

عجيباڻي آگ جني جهلي جان ۾،
يا ڳو ورناءُ ٻاهه ڪان، جتن ساڪر ڪپڙو لاڳ.
ايسر طمع سڀ تيا ڳ، اڳيون عجمن جي

سلوڪ (٩)

ڪني بندياڻي ٻند مون، تون ادا عمر جام،
تهدل توهه تڏي ٿئي، هيءَ سانگياڻي سام،
ملڪ مارون جي، هي عمر آهه امان،
ايسر ڏي ٻه سلام، آڄ اوڏالهون آيا،

سلوڪ (١٠)

لوان تيا ٻا آيا، او هيس ڪٿو ڏيهه العام،
دل سان دلبر متيءَ ڪي، دليون ڏدو آهه دام،
ولٻيون ورچون ٻاٽهر، اسمن جو دون جنگي جام،
ايسر جو ٻه ڪلام، اڪهيو در دوستن جيا

سلوڪ (١١)

اکهيو در دوستن جي هي لاهوتي لعل؛
اُتن نجهن جو ملي گڏ مارو چارن ءال؛
چوڪندي چانڊاڻ تي، ٻيو ڪوڙن ۾ ڪالُ؛
آيو آب اکين ۾ آو جـر هاريان ٿي جال.
ايسرُ جو ٻه سوال اگهيو در دوستن جي

سلوڪ (١٢)

آيو آبُ اکن ۾ جـر هاريون ٿي هاريان؛
تنو اريان ٻه ترن ٿي، آهه سانگيترا ساريان؛
ٿوتن ڏينهن لايا گهڻا، آهه ڪاڻ ڪوڪاريان؛
ايسر ڳالهريون ڳاريان، جوشيون گڏجي ڪيت سان

سلوڪ (١٣)

ناحق جهلي ٿي جهل ۾ ڏکي کهڙي ڏوھ
ڪيون منهن ملم ڏي ٿي رور ڏهاري روئي
جيڪي لکيو لوح قلم ۾ جا هوئي سا هوئي
ڪر احسان ايسر چوي مڃ لوئر هاري لوئي
هتون هرڪو ٻوء رهي رهندو ڪونه ڪو

سلوڪ (١٤)

هوشون مليس ڪمڻ سان، رَبُ ڪيو راضي؛
اکهي در دوستن جي، ايسر جي آري
هاڻ ٻاڻ تي قاضي شرع ڪندو سڀ جي.

سلوڪ (١٥)

ڍڳي ڍهندو کوڙ کي، جا ڄائي سا مرندي؛
هر ڪا ٻار ٻرين ڏي، ڪوهه وٺي ڪهندي؛
جهڪي لکيو، لوح قلم جو،
سا سهيون، سِر مٿي سهندي؛
ايسر ڪِر قيدون هيءَ واندي، ته ملي مارُوئڙن کي؛

سلوڪ (١٦)

گوپيون گوڪل ڳائو ۾، ڳهڻ سکيون سينگاريون؛
جي هيءَ متر ا شامَ وڇڙ جي، ته ڇو وڇن ماريون؛
جي ٻسري هئي ٻن ۾، تو اسان ڳايون ڪڍ چاريون؛
ايسر عرصي ويچاريون، آهن گوپيون گوڪل ڳاڏوَ جون.

سلوڪ (١٧)

ڏاڍي ڏور فراق جي، ويو موهن منجهائي؛
سڄو سوزَ سرير ۾، ويو ڏونهان ڏکائي؛
جند قرباني تن تون اوڏو، جيڪو آڻِ ملاوي؛
ايسر عرصو آهي، گوپين کي گوڪلَ ۾

سلوڪ (١٨)

ٿڪي ٿيو ٿڪي روئو، ٿڪي اوساريو؛
مڪان هٿي مٺن ۾، اوهين اندر اوجاريو؛
دوائي جو ڏم جو، هڪ منڪر ري ماريو؛
متان ڳرا ها ڳلن لي هاريو، تيون ڏيهه ڏيکاريو

ايسر چوي آڌهن کي، اوهين صبوح سنيا ٿيو؛
متان ڪوڙ ٻون لڪو ڪا لڌ ڪي.

سلوڪ (١٩)

ٻاهر ٻٽيو ڪيئڪي، اوهين اندر ٻٽيو ٻِتَ؛
هِتِ رهي رهندو ڪولڪو، صفا ٿيندي چِتَ؛
هِتِ ڪڳل ڪا ڏه ٻمتَ ۾، تو وڏا مار يا ڳتَ؛
هِتِ ٻوهيندء ٻگهو ڪري، توکان سوٽي وٺندا سِتَ؛
ايسر چوي آٿهن، ٻوء محڪم ڪنيندء مِتَ
ٻوء ٻاڙ ٿيندئه ٻاٽڪي.

سلوڪ (٢٠)

چلي ويا چولمان مون، مير، ملائڪ، مهتا؛
خبر ناهه ڪنهن کي، ڏسان چتاڪي ٿاٿا؛
جنسان ڪوٺيون خزانا هوا - ڪين ڪنهن چاهِتا؛
هوا حرصي منجهه، حياتيء جي، آهي لعل ڪان آتا؛
ايسر جڏهين ڪليدا، ڪنڌا ڪا ٿا؛
تڏهين هر ڪا ٻورب ٿيندي پڌري.

سلوڪ (٢١)

الله سندي آسري، ٻکيا ٻک مرن؛
ٻيت نه ٻالن ٻالهجو، هي ڏيون جا ڏين؛
الله جَلّ جلال هو، اسم اِهو چون؛
قلبي ذڪر قلوب مون، ٿا ظاهر زور پڙهن
ٻهلي ٻور چڙهن، اکهيا سي ايسر چوي.

سلوڪ (٢٢)

اکيان وچ خمار، صورت سچي نظري؛
مليا من وِچ موھن يار، ڪيتوسي ھيج اڪري؛
وضو سجدا ڏا ڪيتوسي، جڏھن مليا جانب جگري؛
ايسر عاشق مول نہ مرندي، آکہ عشق جي اگري؛

سلوڪ (٢٣)

من منگي پا آشناھيان، مٿن ڪِتون آڪيان لِت؛
جو جو ويکن اکيان، سو سو چاھي چت؛
گھِلا ہرائي گھالھہ تي، کوڙو ٻڌو تي نِت؛
پڇي ڏس تون ٻاڻ کان، چا ھي لنھنجو وِت؛
ايسر چوي انانھين جڏھن سڃاڻي، صاحب تڏھن گھرائي رِت.

سلوڪ (٢٤)

سڏ ان ڪري سيڪا، ھر رچ نہ جھاڳي ڪا؛
ڪروڙن ۾ ڪا چڙھي، جنھنجي برھ ڪيو بقا؛
ھِڪ مِلو ھِڪ ڪي، جنھنجو حقي حق حقا؛
ھروڙ نڪتو ٻاڻ مون، ڪيو لاڪر ٻاڻ نڪا؛
ھاٿي وڏو ليبھن نڪاح، ايسر ء الله جو.

سلوڪ (٢٥)

اديون ايسر ڏي آيو، الله ڏنھون ارشاد؛
آڳڻ اسانجو موڪرو، عشق ڪيو آباد؛

دل سان دلبر مٺي جو، دامون ڪيو آهه دادِ
باهه باغ، بهشت منهنجو، منهنجو نانءُ آهي شمشاد
وڏو مولڪان ورهه آهه، هيءُ شوق آهه شهداد
آوي، نادي، ڳنڌهن، ٻيو هيءَ اَمر آهه احداد
ٻيو سڀ ماري ڪم ماد، ملڪ سڀ ممت ۾.

سلوڪ (٢٦)

ٻڌن مون پلي آيو، صاحب جو سينگار
حاڏيءَ وهاريو حڏ تي - هي حاڪمن اڳيون هوشيار
نيڏهن اڳيون نوڪر آهي، خاصو هي خمردار
ڪريا قريبن ڪيس ۾ دلو هي دلدار
مشهور ٿيو ملڪن ۾، جنکي هي جهونجهار
ايسر ست سنار، اڳيون عجبن جي.

سلوڪ (٢٧)

ڪاءِ حلال حرامي نٿي - تڏهان صاحب نون وٺي
لس بت ڪري چوربان - ڪائي مال ٻرا ٻا مٺي
ٻاري ڪيهر ٻرط رهي - تڏهان چڱي امله دي چٺي
ايسر الله نون آهي سيماولدا، جوڪو ٻاپ ڪماوي گهٺي.

سلوڪ (٢٨)

١- جا گالڊو سمجهي ڳرط مون، جنهن ڪيڏي ڳوه ڳٺان
درد جنهنجي دل ۾، سي مغارا مستان

٢- ٻيا لو ٻيناٺون ٻريمَ کون، سي ڪَٺيا گهمن خان،
سر ڏين سيڱهه مون، سي وڏا واسينگ وريام،
٣- جنهنکي درد نہ آهہ دوست جو، سي پاري ٻي ايمان،
ايسر چوي اُنکي، ڪري ٻڌاءِ بيان،
ڇا گالهہ ڄاڻو سمجهي گرڻ مون.

## سلوڪ (٢٩)

ٻاري ٻرهہ اسان سرِ چڙهيا، هرگز ارٿيا، لٿ ٻٽ لڙيا،
انجيل عيسيٰ، طوريت موسيٰ، علم ايهو اسان پڙهيا،
اڪمر عمق اسانڏا ايسر، جوڪ عرش ڪرش وِچ ڪڙيا،

## سلوڪ (٣٠)

عرش ڪرش وِچ ڪڙيا، ڏيوي پاڄهہ وچون دل ٻاڪان،
دم دم اسانڏي دل تي، دلبر ٽن وِچ تيڏيان ٽانڪهان،
محڪم زور مارئيندا من وِچ، نيڻهن تيڏان ٻٽ سانڪان،
اڪمر عمق اسانڏا ايسر، جي لوڪ پڙهي هٿ ڪانڪان،
ليکن ڏانڪان.

## سلوڪ (٣١)

آڏي راهہ درياهہ تي، هي ڪامڻ ڪوڪاري،
وڏو ساهہ سرير پر، اڇي محبتي ماري،
اُتا مينهن مهر جا، هي ٻل ٻل ٻاڪاري،
شال تاريندو تاري، اديون ايسر ڪي اچي.

سلوڪ (٣٢)

آڌي رات ڏر ٻاهه لي هيءَ سهنجو ڪري سڌ،
ماڻس ڳري مهه تيون منهنجا سڪي ويڙا سڏ،
ٻار لنگهائيج ٻاتڻي، تون ٻري ٻارس ٻڌ
اچي ٻارهه چڪر مون، اڳيون اولي آهه آڌ؛
هاڻي ميل منهنجا مڏ، ادبون ايسر کي اچي

## ٻارهان ماسي ايسر لعل جي

١- آهر اچ لائي، لڪي ڪابل مينون؛
درد وڇوڙي دا، ڪهان حال ڪهنون؛
جب آوي دلبر، تب ايسر خوشيان،
ٻڙي ٻا ڳيسن مطلب، سيان تون ميري.

٢- سڪ سانوڻ سوزون، فرياد ڪردي،
ليڏي ملڻ ٻاجهون، مين محبوب مردي،
ڪهي ايسر ايون، هڻ ڪريان ڪيوين،
تيڏي عشق فراق، حيران ڪئيان.

٣- ٻدو ٻري ٻلاءِ، عشق ڪاهل ڪينا؛
ليڏي صحبتي، او سڄڻ ساهه سينا؛
ايسر آکندا، آهين تون محبوب ميرا
تو ٻاجهون آکيان، سڄڻ جيءَ جيرا؛

٤- آسو آسرا تنهنجي، ميکون آوڻ داهي،
تيڏا درد فراق، نہ ماوڻ داهي؛
ايسر ايوين کهندا، ڏم رهي ماکدا،
مُکهہ موري وکلاء، لون يار ميمون؛

٥- کتي ڪم ڪار سيو، وسر ڳئيا،
ڏم ڏم دلبر، تيڏا دام پئيا؛
ايسر آرتي اُٿهہ جو ارداس ڪرندا،
تيڏا ڳالهيان، سڻ روز روز روئندا،

٦- مڱهر تيڏي محبت، ميمون مُچ لائيا،
عشق ماهي دا سئيان، مٿن سر چائيا؛
ايسر رکي دِل صاف، جٿن ڪري جو آپ؛
سازو زاري، کسدا چارا چلي؛

٧- پوهہ ليمون پارت، نت پولدي پالي؛
عشق تيڏي سائون، سر ماري پالي؛
ايسر سمجهہ سڄاڻ، کجهہ جاڻي کجهہ جاڻ؛
خوشي تيڏي، نت ڳائسي کلي؛

٨- مانگهہ تيڏي، ملڻ دي قرمند آئي،
عشق تيڏي، سالون ڳل گهتي ڦاهي؛
ايسر ايوين کهندا، هڙ نانهين والدا،
پهون عيب گناهہ، هِن هاپ پلي؛

٩- ڦڳڻ ڦول ڦلاڙيا، اُتون بادل برسي،
ايسر يار آهي هرڪ تيڏي عرضي؛
تيڏي هوش ۾، مين بيهوش هوئيان؛
روزون روز ٻکار، ڏين ڏين رهيان؛
١٠- چيٽ چار ڏهاڙا، مئن کريان خوشيان،
تيڏي محبت منل، نت نت منيان؛
کهي ايسَر، داس ڏم ڏم کري ارداس،
تيري چرن آئي، سرن دت پيري پئيان؛
١١- آيا ول دا ويساکهہ، کيهي سلان مين ساکهہ،
وچ ٻاپ دي، مئن آپ گرد هوئيان؛
تيڏي نام، کا نائون هر نام الدر،
لنو لنو رڳ رڳ دي وچ وريا؛
١٢- چيٽ جيا جايا، مَهما نال آيا؛
تيڏي آهر دا آلت، ڦر کنهن نہ پايا؛
کهي ايسر، داس، تيڏي رهندي هي آس،
تين لوڪ ۾ ساک، هر جَس ڏيرا!

